سنڌي ساهت سال ١٩٨١ع

ساهتي
پبليڪيشن

# رڪيل اٽڪ

ڪتاب چوٿون * رڪيل اٽڪ * ماهه چار ريما

* ڪورا جذبا ريٽيون راهون [ ناول ]
ظفر عباسي

* ڪهاڻين جي ڪاڪ [ ڪهاڻيون ]
نجم عباسي- ولي ملاح- رخسانه انجم ميمڻ- ايوب ملڪ- امداد شاهه- تبسم عروج قاضي- رسول بخش درس ۽ ظفر عباسي.

* گهايل گهايل گيت [ شاعري ]
استاد بخاري- مير محمد پيرزادو- عبدالحڪيم ارشد- ج ع- منگهاڻي- خاڪي جويو- خادم منڌي- مرحب قاسمي- تاج جويو- اياز گل- مختيار ملڪ- رحيم بخش قمر- علينواز قل- عليوناز گهانگهرو- ساگر ڏهراج- رشيد آدرش شفيع مخفي- ميران- سرور لڪياري- اشفاق شاڏ- ق- نسرين شاهه- وسيم سومرو- مقصود وطڙو- هري آزاد- يوسف نظاماڻي- غلام محمد مسڪين- محمد حسن ديومن.

* مون وٽ سودو سچ جو- [ انٽرويو ]
انٽرويو- ملاقات
قاضي فيض محمد ظفر عباسي

* سچڻ ساريو [ خط ] ۽ تنهنجي نازه [ پيغام ]

هڙئي ذميواريون ليکڪن جون.
مهاڙي: عبدالرسول عباسي.

ڇپيندڙ:-
ظفر عباسي



ڏس پتو:
ساهتي پبليڪيشن
ڀٽائي بازار ڪنڊيارو
سنڌ.



ڇپيندڙ:-
ڪمال پرنٽنگ پريس
ڀرسان منير هوٽل
اڳ محلو ميتراج
وڏ سکر سنڌ.



بها ٠٠-٤



سال:
١٩٨١ع

ظفر عباسي

١-٤-٨١

# ڪورا جذبا، ريٽون راهون

الائي ڇو جيترو تڪڙو پروگرام هو اوتري ئي ليٽ ٿي وئي پر پوءِ به دنيا ڇو اميدن تي قائم آهي. سون کي به اميد آهي ته پڙهندڙ منهنجي ان سستيءَ يا غلطي کي معاف ڪندا. ڪتاب ڇپائڻ ڏونگر ڏارڻ جي ته برابر ڪونهي پر پوءِ به زماني جا لاها چاڙها دير ڪرايو ڇڏين. هائي ڪوشش اها رهندي ته جلد کان جلد ساهتي اوهان جي هٿن تائين رسي.

لاڳيتو ڪتابي سلسلي ڪڍڻ واري پروگرام لاءِ ليکڪن کي نمائو عرض ته مهربانيءَ ڪري پنهنجون چونڊ ۽ گهٽيون لکڻيون موڪليو ته جيئن اسان جلد چونڊ ڪري، ترتيب ڏئي، پريس ڪاپي ناهي توهان جي آڏو آڻيون.

هن پرچي کان ڪجهه نوان سلسلا به شروع ڪيا ويا آهن پر هونءَ حصا ئي ئي آهن جيئن اڳ به پروگرام هو ڪهاڻيون شاعري ۽ انٽرويو.

ڇپائيءَ ۽ پني جا اگهه مهانگا ٿيڻ سبب صفحا ٿورا گهٽائڻا پيا آهيون پر پوءِ به ڪمائڻ متو ڪونه آهي ان جو ثبوت مواد ۽ سٽاءَ مان ظاهر آ.

موت مهڻو نه آهي پر بي وقت موت ڏاڍو صدمو رسائيندو آهي جيئن ته هي سال سنڌي ساهت سال ڪري ملهايو پيو وڃي

ان ڪري اهڙي وقت ۾ اهڙا واقعا، ڏاڍو ذهني صدمو ٿا پهچائين
محمدعثمان ڏيپلائي به گذاري ويو. ته مانيٽو به هليو ويو. خير محمد
عثمان کي ته ڪنهن حڪم تحت وڃڻو پيو پر مانيٽو ڇو ضد
ڪري پنهنجي هلائي هليو ويو؟ بهرحال اسان دعا ٿي ڪريون
ٿا خدا کين جنت ۽ پوين کي صبر جي سگهه عطا فرمائي.

ٿورا لاهي نه سگهبا آهن ته ڳايا ويندا آهن، دهل ڪٿي ته،
اٿمن ٿي، ته اسان به ڳايان ٿو اصغر آزاد، انجم، حيدرشاه ۽ اٿمن
سکيو خان چني جا! جن جي مهربانيءَ سان هن سلسلي آڏو ايندڙ
دشواريون از خود ختم ٿينديون ويون.

هن پرچي تي اسان راه ڪونه ٿو ڏيان! اوهان جي راه
جو منتظر!







نجم عباسي

# ذهني سفر جي گاڏي

پليٽفارم تي پهچڻ سان، نه مسافرن جي هجوم ڌيان ڇڪيو نه گهوڙن جي هوڪن ڏي ڪن ڏنم ۽ نه گاڏيءَ جي سگنل طرف نهاريم، پر سڌو رخ رکيم ڪتابن جي اسٽال ڏي. اتي بيهي، ڪتاب ڏاڍي چاهه ۽ غور سان ڏسڻ لڳيس. پوشن تي نڪتل سورتن تصويرن، ڊزائينن ۽ اسڪيچن ۽ ڪتابن ۽ انهن جي ليکڪن جي نالن کي اڻين شوق ڀريل نگاهن سان ڏسڻ لڳيس جيئن ڪي عاشق مزاج جوانڙا ٽلڪ چاڙهيءَ وٽ، سوڪل وقت سينٽ ميري گرلس هاءِ اسڪول ۽ نرزرت ڪالج جي دروازي وٽ سيڙجي وڃي بيهندا آهن ۽ ڇوڪرين جي منهن مهانڊي، تڙائي ڪڙائي، تازگي ۽ جوڀن جي ابار کي لالچي نگاهن سان تڪيندا آهن.

اهو ڏسي خوشي ٿيم ته هن اسٽال تي سنڌيءَ جا تازو ڇپيل ڪتاب گهڻو ڪري سڀ موجود هئا پر منهنجو خاص نشانو هئا اردو ادبي رسالا ۽ انگريزي ڪتاب دل ته ڪانه چوندي آهي ته اردو ڪتابن تي خرچ ڪجي، پر پوءِ پاڻ کي آٿت ڏيو آهي ته علم سان ڪهڙو وير؛ علم ڪهڙيءَ به ٻوليءَ ۾ هجي ان جو اڀياس ڪجي اهو به خيال ايندو آهي ته ان ٻوليءَ جون اڪثيون پڙهڻ سان اهو به پتو پوندو ته ان جي لکندڙن جي سوچ ڪهڙي آهي ۽ هو اسان جي باري ۾ ڇا ٿا سوچين منهنجي ڪهاڻيءَ سان خاص دلچسپي آهي ملڪ جي ورهاڱي وقت جڏهن سان اردو ڪهاڻي پڙهندو هوس، ته سمجهندو هوس ته اها سنڌي ڪهاڻيءَ کان

ويهه سال اڳتي آهي، پر هاڻي جڏهن اردو ادب پرهندڙ آهيان ته محسوس ٿيندو اٿم ته اردوءَ ڪهاڻيءَ کان سنڌي ڪهاڻي ويهه سال اڳتي آهي پيا ته پنهنجي ڌرتي ڇڏي ڪلم جي اوٽ ۾ گهڻو ڪجهه حاصل ڪري سگهن ٿا، پر هڪڙو اديب پنهنجي ڌرتي ڇڏي، يا جنهن ڌرتيءَ تي هو رهي ٿو ان کي پنهنجو نه ڪري ڇا ٿو حاصل ڪري سگهي؟ گهرو وچيو ته معلوم ٿيندو ته اصل ۾ تخليقي ادب جي تخليق دماغ مان نه پر ڌرتيءَ مان ٿيندي آهي.

انگريزي ڪتاب وري اهڙا مهانگا ٿي ويا آهن جو ڪوسڪيو سڌابو ماڻهو به اهي خريد ڪرڻ جو ست ساري نه ٿو سگهي. ان مهانگائيءَ جي ڪري حيدرآباد شهر ۾ هڪڙو به انگريزي ڪتابن جو پاڻ پيرو دڪان ڪونهي. طبقاتي سماج ۽ سرشتي ۾ اهو نه چاهيو ويندو آ ته علم ۽ ڪتاب عام ماڻهوءَ تائين پهچن ڪتابن جي مهانگائي ان سازش جو هڪ حصو آهي روسي ۽ چيني ڪتاب ڪافي سستا آهن. اهي خريد ڪري سگهبا آهن، پر اڄڪلهه بزار ۾ اڇن ڏي ڪونه ٿا.

به نوجوان جن جي هٿن ۾ ٿيلها هئا، سي پرسان اچي بيٺا هئا. انهن مان هڪڙي به اردو ڊائجسٽ خريد ڪيا ان تي ٻئي دوست چيس.

”تون به اردو پڙهندو آهين. يار اهي ڏي ته اسان جا افعال آهن. اسين جي اهي نه وٺون ته ايترو ٿورو ڏي هلن“

اهو ٻڌي سهنجي اندر ۾ سوال اڀريو: جي انهن ڪتابن جو اسين قومي سطح تي ٻائيڪاٽ ڪريون ته؟...... ساڳئي وقت ٻهرين دوست کي جواب ڏيندي ٻڌم ”پوءِ ڪريو نه سنڌي ڪتاب ايترا موجود جو اسان کي ٻي ٻوليءَ جا وٽا نه پون“

اهو ٻڌي مون دل ۾ چيو: ۽ انهن به چيو ته ايتري قيمت ۾ ايترو مواد به ڏيو،

رواني ٿيندي نظر آئي.

منهنجي ذهن جي پليٽفارم تي ويچارن جو هجوم گڏ ٿيڻ لڳو. گهٽ ۾ گهٽ هنن جي سامهون مونکي ڪو اردو ڪتاب يا رسالو خريد ڪرڻ جي همت نه ٿي.

هاڻي مان ڄڻ سجاڳ ٿيس خيالن جو ڪانٽو بدليو ۽ احساس ٿيم ته ماڻهن ۽ ٻارن جي شور، ڪولين جي رڙين، گهوڙاڙن جي هوڪن ۽ ريل گاڏين جي ڇڪ ڇڪ جي آوازن سان وايومنڊل ڀريل هو...... هي سڀ ماڻهو پنهنجي زميني سفر لاءِ ريل جي انتظار ۾ آهن. مان پنهنجي ذهني سفر جي گاڏيءَ جي تلاش ۾ آهيان. منهنجي ذهني سفر جي گاڏي ڪتاب آهن. ريل جي مسافرن جي منزل ڪو شهر آهي، ڪو ڳوٺ آهي. منهنجي ذهني سفر جي منزل هڪ ٻيو سفر آهي...... انقلابي سفر. ريل جا مسافر ته پنهنجي منزل تي پهچي ويندا، مونکي به پنهنجي منزل تي رسڻ جو يقين آهي. اڪيلا هو به نه آهن، اڪيلو مان به نه آهيان......

هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرايم. رسول بخش نظر ڪونه آيو. وڏي وڇي هڪڙي بابوءَ کان پڇيم:

”گاڏي ڪهڙي وقت ايندي؟“

”ڪهڙي گاڏي؟“ هن دريافت ڪيو.

”جنهن ۾ رسول بخش ويندو. ڪجهه بي خياليءَ ڪري ۽ ڪجهه ان ڪري جو ان گاڏيءَ جو جنهن ۾ رسول بخش وڃڻو هو. تنهن جو نالو وسري ويو هوم، اهڙي ڳالهه چئي ويٺس. هتي ته ڪيئي گاڏيون تي آيون ويون. پر بابو مڙئي خوشمزاج ۽ زنده دل ٿي ڏٺو سو مرڪي چيائين.

”رسول بخش ڪيڏانهن ٿو وڃي؟“

”جهمپير“ مون ورائيو.

”ها، ڪراچي ايڪسپريس......“

”اها ڪٿي بيهندي؟“

”بيهنديءَ نہ پر هيٺر اچي بيٺي آهي، ٻئي نمبر پليٽفارم تي.“ بابو مرڪندو رهيو. مان پوئتي مڙي ٽڪڙو روانو ٿيس. اڃا ڏهہ ٻارنهن وکون کنيم تہ ارباب سامهون اچي ويو ۽ مونکي ڏسي بيهي رهيو جڏهن ريل‌گاڏيءَ کي ڳاڙهي جهنڊي ڏيکاري وئي هئي. اچي هٿ ڏنائين.

”ڪيڏانهن پيا وڃو؟“

”ڪيڏانهن ڪونہ.“

”هتي ڪيئن پيا ڏسجو؟“

”سچي ڳالهہ ٻڌايانءِ. رسول‌بخش اچي مون وٽان فون ڪري گاڏيءَ جو وقت پڇيو. پوءِ چيائين گاڏيءَ ۾ باقي ڏهہ منٽ آهن پهچڻ مشڪل آهي، ڪوشش ڪريان ٿو. رستي تي بيهي رڪشا جو انتظار ڪرڻ لڳو. ٿي چار منٽ گذري ويا. مونکي هڪڙو خيال آيو سو رستي اچي چيومانس تہ چڙهہ منهنجي موٽر ۾ تہ توکي گاڏيءَ تي پهچايان. هتي پهچي هو ويو پنهنجي ٽڪيٽ وٺڻ ۽ مان پليٽفارم جي ٽڪيٽ وٺي اندر گهڙي پيس.“

”پر توهان اهو ڪونہ ٻڌايو تہ توهان کي ڪهڙو خيال آيو جو پنهنجو ڌنڌو ڌاڙ ۾ ڇڏي ڪري پيا؟“

”شهر ۾ اردوءَ جا ڊائجسٽ تہ الاهي ٿا ملن پر اردوءَ جا ادبي رسالا ڪونہ ٿا ملن.“

”انهن کي جو پڙهڻ وارا ڪونہ آهن......“ ارباب وچ ۾ چيو ”اهي اسٽيشن واري بوڪ اسٽالن تان ملي ويندا آهن.“

”شايد هڪڙا توهان ٿي هن شهر ۾ اهي پڙهو ٿا.“ هن وري وچ ۾ ٽوڪيو.

”ڪيترن مهنن کان اسٽيشن تي اچڻ جو موقعو نہ ڪونہ مليو هو. اڄ جو رسول‌بخش کي ضرورت پئي سو هيڏي اچڻ جو چڱي سٺهري وجهہ ملي ويم، ان ڪري وٺي پهتس. شوق مونکي پنهنجو هو، پر ٿورو رسول‌بخش تي ڪيم.“

ايتري ۾ پروان ٻئي نمبر پليٽفارم تان ڪراچي ايڪسپريس

ولڻ ملاح

# آزادي

لڄون، ڦٽڪون، ساهه کي سوڙهه، هيانءَ ماندو، ٻوسٽ، گهٽ، اندر ۾ آنڌمانڌ، اٿي ٿڌي پاڻيءَ جا ٻه گلاس پيتائين. ستارن ڏي نگاهه وڌائين. ڪي ڪونگهرا هڻي رهيا آهن ته ڪي سنهڙا ساهه کڻي رهيا آهن. جهرڪ صدين کان مستل چنڊ جي چانڊاڻ، ٿڌڙي هير- نوائيءَ تي ٻيهي رهي. طبلي جي ٺڪ ٺڪ ڪن تي پيس شايد جمن شاهه جي درگاهه تي راڳ جي محفل آهي. درگاهه جي ياد ايندي ئي، ننڍپڻ اکين آڏو ڦرڻ لڳس ياد آيس اهي ڏينهن، جڏهن ننڍپڻ ۾ ٻارن سان گڏ درگاهه ڏي ڏينهن لڙي ويندا هئس، ان آسري ۾ ته شل ڪو اچي مٺائي ورهائي، پتاشا، ريوڙيون يا ٻيو ڪجهه....

ٻيڻي ٻيڻي ڀر تي ويس. ڪري پئي بستري تي اونڌي جڏهن سوچن ساٿ نه ڇڏيس. اڀا ساهه کڻڻ لڳي. پرائيون يادون پرائيون ڳالهيون پرائيون ملاقاتون ڀريون پيار.... يوسف سان. ننڍپڻ کان وٺي جوانيءَ تائين رسڻ پرچڻ ڪيڏڻ.

جواني آيس- ملڻ تي بندش رسڻ تي بندش، پرچڻ تي بندش، ڪيڏڻ تي بندش ڳالهائڻ تي بندش پيار تي بندش .... بندش بندش پوءِ به پري کان ڏسي پيار ڪرڻ: اشارن ۾ ڳالهائڻ، اشارن ۾ کلڻ، اشارن ۾ رسڻ- اشارن ۾ پرچڻ اشارن- ۾ زندگي گهارڻ.

ڪڏهن ڪڏهن ويجهو ٿيڻ. ٻنيءَ ٻاريءَ تي گاهه ٻڌي تي ڪس پنڌ ۾ ويجهي ٿيڻ لاءِ اون آسرو. خيال ڪٽڪو. ڳڻتي ڳاراٽو جي

اندر جهوري، ملڪ لئہ محبوب جي!

ياد آيس اها گهڙي [منهن تي مرڪ] جڏهن يوسف ڳاڙهي اجرڪ ڪلهن ۾ ويڙهي اچي اڳيان بيٺس. ڪيڏو نہ ٺهيو پئي ۽ وڻيو پئي هن کي- وڻي، ويڙهجي وئي يوسف جي اجرڪ ۾....

واپس ڏنائينس [منهن ۾ ڏک] ڪيئن ڍڪي ها! ڪيئن رکي ها!! متان بدنامي ٿئي سندن پهارجي.

چيو هـتائينس، آءٌ توکي شاديءَ رات ويڙهي وٺي هلندس انهي ڳاڙهي لال اجرڪ ۾. شادي! هون!! [منهن تي ڦڪي مرڪ]

وڏيري جو گهوڙو اچي بيٺو هانبارو هٽي گهر ۾ پسيءَ وڃي پيرين پيس [وڏو ماڻهو جو ٺيو] جيئن سائين ڪان ٺيندو پيو اچي تنهن ڪانسواءِ هي تہ قرضي به! قرضي تہ هجو ڳـوٺ هوس پرهيءَ ڪجهہ سرس پوڙهو ۽ جڏو جسم- زال تہ ڪڏهوڪـو موڪلائي ويئي هئس باقي هـہ ساهہ نن کـي بہ تنگي. قرضن ۾ پوربو ويو،

هيسجي ويو. ٻچي ويو. ڏاڍي کي ڏسي، وڏيـرو رعـب سان ڪٽ تي ۽ علق پٽ تي ويهي پهر مهتڻ لڳس. آيو آهيان تو وٽ هلي (وڏيري وڏائپ سان چيو] تنهنجي ڌيءَ پناڻيءَ جي سگ لاءِ- خوش ڪري چڏيندوسانءَ قرض بہ معاف ۽ ۾ تي ايڪڙ زمين جا بہ ڏيندو سانءِ. بس توپوڙهي سان ڪهڙو ليکو. پيريءَ ۾ پيو موج ڪر." "پر...." چئي ٻڏي ويو.

"پر سان تنهنجو مطلب چاهـي؟ اڙي! آءٌ ڪو پوڙهو تہ ناهيان. سٺ سال ڪا عمر تہ ناهي بت ۾ ڪٽي ڏس جوانن کان جوان آهيان."

"نہ وڏيرا نہ وڏي سائهوءَ جي ڪا عمر نہ ٿيندي آهي پر سون تہ ان جو سگ يوسف سان ڪري چڏيو آهي."

"ٻڏي چڏ پوڙها!" وڏيري رعـب سان چيو تہ اهڙيـون هزار مگئيون اسانڏوڙائي سگهون ٿا توکي خبر هجي تہ مون کيحنهن

ٿيءَ تي دل ٿئي، تنهن کي حاصل ڪري ئي رهندس. مان تنهنجي عزت ڪري هت هلي آيو آهيان. انڪار ڪندين ته ڏکيو ٿيندين مون کي ها يا نه ڪر."

هسجي ويو، جو هيٺو هو. پيڙجي وڃي ها، جي 'نه' ڪري ها ته. ڪند جهڪي ويس ڏيءَ جي زندگيءَ جـــو هيئن فيصلو ڪندي، لاڏ ۽ ڪوڏ مان پاليل جو هيئن سگ ڪندي. ٻه ڳوڙها ڪري پيس اکين مان، ڏيءَ ڏانهن ڏسي!

گهٽجي ويو هن جو پيار- اڌوري رهجي وئي هن جي زندگي جي راند! شرنايون وڳيون هيون هن جي جنازي تـــي. لاڏا هٿا پاٽاريءَ تي. زنده هوندي به مري چڪي هئي پنهنجي شاديءَ ويل. وڃڻ ويـــل پيءُ موڪلايس- هـزارين شڪوا، هـزارين شڪايتون ڏنائين ڏيءَ جي وڏين، وڏين ڪتورين اکين ۾!

سيج تي پهرين رات [ منهن ۾ غصو، اکيون ڳاڙهيون لال ] ڪـڪڙن پرچان دس هنيان- ٽڙندو، ٽاهڙندو وڏيرو آيس ڪٽ تي. منهن مان ڪتي بوءِ، جسم مان پگهر جي ڌپ- ڪـري پيو هن جي جسم مٿان- ريشمي چولي جي ڦاڙڻ جـــو چرڙاٽ! لڄـي، ڦٽڪي آزاديءَ لاءِ. لڄ ۽ ڦٽڪڻ ۾ وڏيري جو جسم ليڙو تي ويو. چـڙي پيو، "ڪميڻي، ڪتي، ذليل." جسم تـــي مڪن ۽ ٺڪڙن جو وـڪارو لائي ڏنائينس. ماريندو رهيو هن کي سڄي رات پوءِ به اثر نه ٿيس سور جو. الائي ڇو؟ شايد ظالم جي ظلم جو سور نه ٿيندو آهي. روزاني رات جو، تيار رکندي هئي پاڻ کي، مار لاءِ- پر هار نه مڃيندي هئي. سو ڇيائين يوسف به ماريم ها، ڪڏهن ڪنهن چڙ ۾ چڙي يا پيڙا ۾ پيڙجي.

ياد آيس ننڍي هوندي جا ڏينهن- جڏهن پيءُ ماريندو هوس ماءُ کي. پيار به ڏاڍو ڪندو هوس پر چوندو هو ته "عـورت ۽ گهوڙيءَ کي جيستائين انهن ڏينهن چهبڪ نه ڏيکاريو تـه قبضي

مأن نڪري وبندي.“ شايد هيءَ به قبضي مان نڪري رهي هئي- تڏهن وڏيرو صبح- شام ڇهبڪ جو سٽڪو لايو آيس...... پر ان ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهه. جڏهن سندس جسم پوڙهو، جڏو ۽ ليڙو هو ته ڇو ٿي هن سان شادي ڪيائين.

ان ڏينهن ڪليو هو وڏيري جي اڳين زالن هن مٿان- ۽ طنز مان ڇيو هئائونس ته، ”تون به خوش ٿي آئي هوندينءَ ته مر آءٌ وڏي گهر ۾ وڃان سک ڏسندس.“ ”نه!“ وراڻيائين، ”سون سوچيو ڪجهه هيو هو ۽ ٿيو ڪجهه ٻيو آهي.“ ٿورن ڏينهن ۾ ڏاڍيون ساران کي، سوچيائين ساران ٿي. هوندي ته هن گهر ۾ نوڪرياڻي هئي پر حڪم ته حاڪماڻا هلائيندي هئي. الائي ڇو؟ ٻچي ويئي وڏيري جي وڏيءَ ڌيءَ کان. لنوائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪيائين پر لنوائي نه سگهي هن کان، هڪجهڙيون جو ٿيون. ڇو: ساران سچي ڪوٽ جا راز رکندڙ آهي. هر هتان جي ماڻهوءَ جو احوال ٻاهر ۽ ٻاهريون احوال اندر. ائين ڇٽي ڪاٽندي وئي.

سوچيائين ساران کان آءٌ به قاصد جو ڪم وٺان. پر ٻچي رهي هئي ظالم جي ظلم کان. وسارڻ ٿي چاهيائين گذريل خواب کي پر وساري نه سگهي.

پيار ٿي ويو هو وڏيري جي ڌيءَ جو هن سان ۽ ڇٽي ڏنو هئائينس ڪلندي هن کي، ڪيترا ڏينهن پڙا ۾ پيڙبي رهنديون ۽ ڳاراڻي ۾ ڳرندي رهنديون. ساران کان ڪم وٺ- سوچون به سات ڇڏي وينديون- سوچن سان سات به نه نباهي سگهنديون.“

۽ فيصلو ڪري ورتائين دل ئي دل ۾- صبح ساران کان قاصد جو ڪم وٺبو ۽ ماڻهو پڌندا ته هن ڪوٽ ۾ سوراخ ٿي پيو. دل کي سڪون مليس، اهو اٽل ۽ اڏول فيصلو ڪندي.

صبح جي سج جا ڪرڻا ڪوٽ ۾ ليٽا پائڻ لڳا. مٿي ۾

سور اکين ۾ اوجاڳو ٻٽ جي سنڌ سنڌ مان سور جون سونون.

”ساران!“

”جيءُ سائين“ وڏي ويجهي ٿيس.

ڳالهه ڇپن تائين آندائين ته دهڪو پيس دل ۾، ڪنهن اڻ ڄاتل خوف کان. ساران اکين ئي اکين ۾ سڀ ڪجهه ڏسي سمجهي وئي ۽ مرڪي ڏنائين هن جي اڻوڻندڙ تي، ”ٻڌ نه سائين راز، راز ئي رهندو. مون کي سفارش تي وئي آ وڏيري جي ڌيءُ کان.“

دل ٻڌي نماڻو ڏئي ويئي يوسف لاءِ. ڪوٽ جي ٻاهران، وڏي پپر وٽ، اونداهي رات!

اڃي وئي اها گهڙي. پيرا ۽ سوچن کان جان ڇڏايائين. ٻوٽن رات ٻير پير تي، ساهه روڪي، ڪوٽ جو ڪڙو لاٿائين، ظلم جو ڪڙو ٽوڙي وڌائين. آس پاس نظر ڪيائين. دربان بندوق پاسي ۾ رکي ڪونگهرا هڻي رهيو هو. اونداري رات ۾ ٻه پاڇا ٻانهن ۾ مليا، دلين ۾ ڌڙڪا پيدا ٿي ويا.

”اچي وئين.“

”ها.“

سالن جي سڪ، اکين ۾ پاڻي تري آين .... ڏک .... سڏڪا ....

”اچي هيءَ اجرڪ، شاديءَ رات ته نه پارائي سگهيس، پر اڄ کڻي آئيس.“

وئي ويڙهجي وئي اجرڪ ۾ ۽ چيائينس ته، هل.“

”ڪاڏي“

”تو جو وچن ڪيو هو ته، اجرڪ ۾ ويڙهي وٺي هلندو سانءِ. اڄ ڪوٽ جا ڪڙا ٽوڙي تو وٽ پهتي آهيان. تو سان گڏ هلڻ لاءِ. نه ڪي واپس وڃڻ لاءِ. گڏ جيئندا سون، گڏ مرندا سون.

”پر هيءَ ڪوٽ، هيءَ ٻنيون، ٻارا، واهڻ، وستيون ..“

”سڀ ڪجهه ڇڏي سگهجي ٿو. جتي پيار تي پهرا هجن، جتي ظالم جو ظلم هجي جتي ڳالهائڻ جي آزادي نه هجي- يا نه آزاد وستيءَ ۾ هلي ويهجي- جت ڪوٽ نه هجن، ڪڙا نه هجن!.“

ٻئي هلندا رهن ٿا- نڪا منزل، نڪو ٺمر- بس جيڏانهن اچين ٿو، تيڏانهن پيا هلن. ٻنيءَ مان، ٻاري مان، گلن مان، گاهه مان. هلندا رهن ٿا، آزاديءَ لاءِ.



ٻهڪنجي تهيءَ جي جيڏن سرتن ۾ الڳ سڃاڻپ رکندڙ شاعر جي ڪوتا.

# خوشبوءِ جي سنگ سنگ

* – پريم، سندرتا ۽ ڌرتيءَ جا نت نوان نظم.
* – پل جهڪي اپل تي ڇڪا آهن انهن جو دڪدائڪ اتهاس.
* – ڪورن ڪاڳرن تي اڻ ڏٺل منظرن جا عڪس.
* – موڊ ۽ اسلوب جي تبديليءَ جو هڪ پڌرو مثال.
* – بستن ۾ ٽمول مايوس ڇهرن وارن ۽ روڻهن لائيف ۾ ڪِهندڙ مانهن جي شاعري.

نصير مرزا-

جو نڪور مجموعو ڇپجي ويو.

ڇاپيندڙ:- آگم پبلشنگ ايجنسي P- O. Box نمبر 238 حيدرآباد.



ايوب ملڪ ڀڳاٽي

# ڏاڏڙي پـر

ڪهاڙي ڪرنگهي ڪان ڦاڙ ڪندي، ڳاڙهي ڳٽول، رتول ٿيندي، وري اچي جانڻ جي ڪنڌ تي قرار ورتائين. هڪ ڏڪ سان پيشان مروان مري ويو.

لاش کي پير جو ٺڏو هڻي جانڻ گڏيل نفرت جو اظهار ڪندي چيڪيو.

ڪهاڙي جي وهندڙ رت سان ڪپڙا رتا ٿي ويا هيس.

ڪهاڙي کي چميائين، هيءَ ڪهاڙي سندس ڏاڏي مرحوم دودي جي نشاني هيس، ڪيڏو نه پريم سان سانڍيو هئائين. ان ڪهاڙي سان سندس ڏاڏي اڻ ڪٿ انگريز ڪٽا هيا، حرڪون هيو رحرن جو ساٿاري ضرور هيو اڄ سندس پوٽو جانڻ دودي واري شهه ڏيکاري رهيو هيو.

جانڻ پنهنجي ڏاڏي سائين واري ڪهاڙي جي شروعات چوڌري چراغ الدين جي پليت جسم سان ڪئي، هن ٿي ڪهاڙي سان وڏيري پينهي خان جو پيٽ ڦاڙيو هئائين جو ولڊڏاڏي جي ننگن ۾ انڌو ٿي ڪاهي پيو هيو، پوءِ ته نه معلوم ڪيترا چوڌري ۽ وڏيرا سندس ڪهاڙي جي ڪاچ ٿي ويا.

اهڙين ڪريل حرڪتن ڪندڙن جي خبر شل نه جانڻ کي

پئي، بس پوءِ تہ ڏينهن وات هڪ ڪري ڇڏيندو هيو. لنڊموڪلائي ويندي هيس.

هاڻي تہ جانڻ وهي ڪاٺي چڙهيو هيو، سوين سرائون ڪاٽيائين پروري ستل ڪهاڙي ڪي جهوري سندس چواڻي مروان ماري وڌائين.

ساچو هٿ اسيل شهرن تي ڦيرائيندي پنهنجي منهن پڙڪيو پيشسان مادرچوت.... اها چواڻي تہ اصل سندس تڪيو ڪلام هوندي هئي.

ڪالهہ آيو دڪن مان، هاڻي ڪاڻ ٿي پيداگيريون شروع ڪري ڏنيون هئائين.

هي مونکي زمين ڪليم ۾ ملي آهي فلاڻي جاءِ بابس کان ملي آهي پيشسان مادر.... گارين جي هڪ لانڊ جاري ٿي ڪني اگر وڏي پلي آهي،

جهڪو جانڻ جي قوم لاءِ برو سوچيندو ان لاءِ جانڻ هڪ برو وحشي بنجي ويندو پوءِ اهو برائي سوچيندڙ پل ڪنهن مان بہ هجي ڪهاڙي جي ڦرڪي گوڏ جي پلاند سان اڳهندي اهو سڀ ڪجهہ چٽي ويو.

جوڪڏهن مون اهڙي حرامي انسان کي ختم نہ ڪيو تہ قيامت ڏينهن ڏاڏي سائين جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ کڻندس جنهن پچڙي زندگي سقراط مهل ڪٽ جي سيرالدي کان ويهاري وصيت ڪندي چيو هئائين تہ پٽ جانو مون دودي جي پيڙهي نہ لڄائجانءِ غلامي کان موت بهتر سمجهجاءِ مڙس ٿي شينهن واري زندگي گهارجانءِ ڪانئر ڪڏهن بہ نہ ٿجانءِ پٽ!! الڪي پيو وصيت جو سلسلو ٽٽي پيو.

رخسانه انجم ميمڻ

# پڳل نڪر رکيل لڙڪ

منهن تان رلي لاهي ڏٺم، پر هو ڦٽي چڪي هئي ۽ پوءِ به ورائي رلهي مٿان وجهي ڇڏيم. اڃا اٿي ئي سٽي پئي هئس تہ ماسي شاهل جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، سوچيم تہ اٿي هوندي ڪنهن ڪم سان پر تڏهن کن ايا ٿي ويا جڏهن ماسيءَ جي اوڇنگار ٻڌم. تڪڙ ۾ رلهي اڇلي ٽپو ڏئي کٽ تان لهي ڊوڙندي چاهه وٽ آيس ۽ تڪڙ ۾ امان کان لاڳيتا سوال پڇيم.

”امان.... امان خير تہ آهي. ماسي شاهل ڪاڏي وئي ۽ ڇو پئي روئي؟“

”ها ويچاري روئي پئي، پيريءَ ۾ ڌڪو لائي وين. !“

”ڪير امان؟“ تڪڙ ۾ پڇيو مانس.

”اها چنڊي ڇوري مومل!“

”مومل......ڇا ٿيو مومل کي؟“

”ڪارو منهن ڪري پنهنجو بہ مائٽن جو بہ وئي ڀڄي ٻيو ڇا ٿيو منهنجو ذهن ڇپڪلي جيان ڦري رهيو هو. مان اٿيس ۽ سڌو وڃي کٽ تي ڪريس. سوچڻ لڳيس.

مومل! — منهنجي پياري مومل! مون کي اهو ڏينهن چٽو ياد آهي جڏهن مومل جو مڱڻو، سڪينہ جي اڌڙوٽ پيءُ سان ٿيو هو، مومل. عارب پاڻ جي محبت سڪينہ خاطر قربانيءَ جي ٻڪري بنائي وئي هئي. ان ڏينهن هوءَ ڏاڍي رني هئي. منهنجي سيني تي منهن رکي ايترو رني هئي جو مونکي بہ رئاري ڇڏيو

هئائين، ان ڏهاڙي کان پوءِ ماضيءَ واري مومل ۽ حال واري مومل ۾ ڏينهن رات جو فرق پئجي ويو. ماضيءَ واري مومل جنهن جي ڏند ڏند مان کل وهندي هئي، حال واري مومل کي ته اها به خبر ڪانه هئي ته کلبو ڪيئن آهي. ۽ پوءِ هڪ ڏينهن هن مون کي چيو هو ته

”زينو! مان مري وڃان ته مون کي ياد ڪنديئين!“

”هشت! – چپن تي هٿ رکي چيو مانس ”اهڙيون ڳالهيون نه ڪبيون آهن چري! پاڻ ٻئي ته گڏ جيئنداسين گڏ مرنداسين!“

”زينت! توکي الله وڏي حياتي ڏيئي. منهنجي ته زندگي بي مقصد آهي موان کان موت چڱو آهي.“

مون کي مومل جي اها به ڳالهه يادهئي جڏهن چيو هئائين ته ”جڏهن مري وڃان ته باباجن کي چئجان ته هن کوهه جي ڪپ تي مون کي پورين ته جيئن تون روز پاڻي ڀرڻ اچين ته من ياد اچان ءَ!.

”مومل! منهنجي پيڻ ايئن نه چئُ! خدا نه ڪري جو تنهنجو منهنجو ساٿ ڇٽي وڃي. تون ته مون کي هر وقت ياد آهين ۽ رهندينءَ!“ مون کيس چيو هو ۽ ياد اٿم ته ان وقت مومل جي چپن تي اداس مرڪ تري آئي هئي.

وقت گذرندو رهيو مومل اڳهين اداس ته رهندي هئي پر وڌيڪ ۽ بالڪل ته تڏهن ٿي وئي جڏهن ڪيئي جي پيءُ اهو شرط وڌو ته ٻئي شاديون گڏ ٿينديون. مون سوچيو هو ته مومل جدائيءَ جي ڪري اداس ٿي وئي آهي. پروري کيس تڏهن تهڪ ڏيندي ڏٺم جڏهن، شاديءَ جي ڪمڪار لاءِ مومل جي شاديءَ لاءِ مومل پيءُ به مهينا مهلت ورتي!

ها! ياد جي شاديءَ رات هوءَ ڏاڍو خوش هئي ڇو اها سندس آخري خوشي هجي ۽ پوءِ اها شادي به ٿي وئي ۽ ڏسندي

ڏسندي مومل جي شاديءَ ۾ باقي وڃي ست ڏينهن رهيا.

ها! اڄان ڪالهه جي ڳالهه ته آهي سڄ لٿي مهل آئي هٿ ۾ وٺو هٿس! پڇيو هيومانس ته چا ٿئي. ڪڻ تي وبهندي ـــڏ ڪري ڏيکاريائين وٺي ۾ ميندي هٿس! مذاق ڪندي چيو هومانس "باقي ست ڏينهن اٿئي! پوءِ ته اهو شوق به پورو ٿيندئي." پاڻ منهنجي ڳالهه ٽاريندي چيائين.

"ٻڌ هيءَ ميندي وٺ ۽ منهنجي هٿ تي پنهنجو نالو لک مان وري پوءِ تنهنجي هٿ تي پنهنجو نالو لکان مان هن جي هٿ تي پنهنجو نالو لکيو ۽ هن منهنجي تي ۽ پوءِ ويندي ويندي ـڏ ڪري چيائين "زينو! اڄ ياڪر ته پاءِ!"

"مومل اڄ ٿوڪي چاٽيو آهي؟" چوندي مون مومل سان ياڪر پاتو "تنهنجي اکين ۾ ڳوڙها! چو مومل!" چيو مانس.

"نه نه ڪجهه نه!" چئي موڪلائي هلي وئي پوءِ هر هر منهن ورائي پوئتي ڏسندي ٻئي وئي.

منهنجون نظرون از خود هٿ تي لکيل نالي تي کپي ويون "مومل!" ۽ هٿڪي ڪٿي چمي ڏنم.

"زينو! او، زينو!" امان ـڏ ڪيو ڳلن تان ڳوڙها اگهندي ٻاهر آيس.

"چوري ڪانو سڄ جو چڙهي آيو آهي. ماني پچائڻــي ڪانه ٿئي چا جو اندر مٿي پئي آهين!" امان چيو "چڱو هائي مان ٿي پــچايان تون پاڻي پري آ." امان پنهنجي جملي جي ترميم ڪندي چيو مان دلو ڪڻي انهن ئي رستن تان هلڻ لڳس جتان... جتان مومل مونسان گڏ هلندي هئي! ســون ڪــي مومل جـــو احساس شدت سان ستائيندو رهيو.

اوچتو دلو منهنجي ڪڇ تان ڪري پيو چو جو ڪــوهه جي ڪپ تي مومل جي جتي پئي هئي جتيءَ ڪي ڪٿي اڄــان

ڏمان ٿي ڏسان ان هيڏيان هڪ ٻنو پيو هو ٻنو ڪٿي پڙهڻ لڳيس.

"پياري زينت!"

هي خط توکي ملندو الائي نه پرمون کي الائي ڇو يقين آهي ته هي خط توکي ضرور ملندو. پياري ڏس مان پنهنجي پيءُ جيڏي سان شادي ڪيان؟ اهو ٿي سگهي ٿو؟ پر پڌ هيءُ منهنجي ياران تاڪيد ائتي ته پهريان ته ڪنهن کي به منهنجو نه ٻڌائجان ۽ اها جتي ڪٿي اها به ڪوهه ۾ اچلائي ڇڏجانءِ ۽ بيو ته روئجان نه. ڏک ته ٿيندئي پر.....

تنهنجي — مومل

خط پڙهي هڪ وار جتيءَ ڏانهن ڏٺم، وري پڳل دلي جي ذڪرن ڏانهن ڏٺم ۽ پوءِ روئڻ چاهيم پر ........ روئي نه سگهيس.







تبسم عروج قاضي

# هڪ لمحي جي نازڪ صدا

جڏهن شام بنسري جا مڌر سر ڇيڙيا هئا ته ڇون تا راڌا
جڻ پاڳل ٿي پيئي، پيرن ۾ پهل پازيب جي سڏ نه رکيائين ۽ سڌي
شام وٽ پهتي هئي. ۽ پازيب جڳ کي ٻڌايو هئو راڌا جو راز
پر جنهن پل آءٌ آئي هئس سانول ته ڪوبه آواز نه هئو ڪابه پڪار
نه هئي وايو منڊل ۾ مهيب سناٽو ڇانيل هئو، مان تنهن جي انڱائل
گيت کي پنهنجي اندر جي ڪنن سان وڄندي ٻڌو ۽ پيار
جي ڪچي تندسان ٻڌي ڇڪجي هلي آيس ۽ تون چائين لوڪ
چائين منهن جن پيرن ۾ پايل ڪونه هئي. پوءِ به منهن جو راز
ڇٽي ويا جڳ کي پير ۽ جڳ وارن آڏو مون بي ڊپائيءَ سان
توکي نوا بخشي، من جي صدا، پڪار. اسان ڇوڪرين جا سهورا
سپنا سهورا اپاءَ سهوريون سوچون ۽ محنتون ارپنا لاءِ تيار ڇو
هونديون آهن؟ نه ڄاڻ اٿم. پوءِ مون پنهنجو سڀ ڪجهه توکي
ارپي ڇڏيو ۽ تون به وِيساهه گهاتي ڪري ويئين ۽ اڄ جڏهن مان
مذڪينواس تي لڙڪن منجهه سهورا رنگ دوشيزگيءَ جا پڇائي
ڇٽ پٽي ڇتي چاهيان ته ڪوبه ڇٽ سنٿون سواءِ نه آهي جو ڪوئي سمجهي سگهي.
ڪابه مورت واضح ناهي ڇڻ چنڊ منجهه داغ ۽ اڪي پوندي
آهيان آءٌ به هر هميشه، جڏهن چنڊ منجهه داغ ڏسندي آهيان
ڪڏهن پاسندو اٿم سنٿون سواءِ رهنو جنهن جي پنهنجي پاسن
ڊگها پاڇولن جيان وڻ بيٺل آهن ڪڏهن وري تنهن جي
چوڻ تي هرڻ جي صورت به پسي هئس تنهن کوه تي آئل پاڻياري

جو مک ٻاد پيو. ها ڪچي ۾ چال ڏيندڙ هرڻي ۽ ڪوهه تان پاڻي
پريندڙ پاڻياري منجهه ترجيترو به فرق نه پيو اٿم ٻئي شڪاريءَ
کي ڏسي ھوسجي وھنديون آهن. هر اها مورت جا من چاهيندو
آ ڏسو. سا چند ڪنهن اسڪرين سمان سيني تي ڪور ڪري اهامورت
پساٽيندو اٿم ۽ پوءِ به نچاڻ چو چنڊ نه وٽندو اٿم؟ اماس جي رات
جو سرور رڳ رڳ ۾ لهندو پاسندو اٿم ۽ چنڊ چمڪندو آ ته دل چوندي
آ ته جيڪر اهو سڄو سارو چنڊ آڪاش جي پيشانيءَ تان ڪوري
ڪڍهو وٺان.

مشتاق چانڊوڪي طلب ڪئي جو ديد جو طلبگار هئو ۽
مطلوب مشتاق کي جلوو ڏيڻ تي آماد ٿيو ۽ عين وصل جـــي
گهڙين به اماس جي رات طالب ڪهائين جو لڄ عزيز هئس قدرت
ششدر رهجي وئي جو ٻئي جو عزيز هئس طالب به مطلوب به. تڏهن
آڪاش منڊل ۾ جڏهن جا بادل پرجي آيا ۽ طالب مايوس ٿي ويو.
مطلوب شادمان هئو جو پاڻيائين ته طالب جي آڏو جهڪندي
ڪيس ڪوه نه پسندو. بادل مطلوب جي آمد تي خوشيءَ منجهه
جهومڻ لڳا. ٻڪا يڪ بادل ٻادل ســـان ٽڪرائجي ويـــو، وڄ
چمڪي پئي، طالب مطلوب کي پسي ورتو. نه امــــاس آئي نه
چانڊوڪي وڪري. طالب مطلوب جي ويجهو ۽ مطلوب طالب جي
جي ويجهو اچي ويو وايومنڊل ۾ جلترنگ وڄڻ لڳــا. ۽ پوءِ به
مون اکيون بند ڪري اماس جي ٿي طلب ڪئي آ. حالانڪ اڄ
تائين فيصلو نه ڪيو اٿم ته طالب آهيان يا مطلوب؟ آءٌ پنهنجي
پڪار آهيان. يا ڪنهن ٻئي جي صدا؟ پر آءٌ وشـــواش رک ته
پڪار آهيان. صحرا جي پڪار. رڻ پٽ بيابان جي اها پڪار جنهن
جي ورندي ڪنهن کي نه ملي آ. جنهن جي موٽ ڪوبه نه ڏيندو
آ. آءٌ ٿي پڙاڏو بڻجي پنهنجي اندر جي ڪڌن سان ٽڪرائبي رهي
آهيان. آءٌ صحرا جي پڪار آهيان. نچاڻ هن صحرا منجهان ڪڏهن

قافلا گذرندا؟ ۽ قافلي جي جانورن جي ڳچين ۾ پئل گهنگهرن جا مڌر مڌر آواز گونجندا؟ ۽ آءٌ هيڪر وري راڌا ٻڌجي اکيون پوري آوازن تي لبيڪ چئي پيرن منجهه جهانجهر ڇڻڪائيندي پاڻ ئي طالب پاڻ ئي مطلوب، بادل جي گجگوڙن منجهه پير پير ۾ ڏئي جهانجهر سنڀاريندي ٻڪري ايندم ۽ پنل پنل ڌرتيءَ جي هنگاه منجهه منهن جا پير پيجندا؟ لڪون لتاڙيندي جي پير پٿون ٿيا آئم ڌن برندڙ پيرن بوندون برف ممان وسنديون. نجاڻ ڪڏهن؟ نجاڻ ڪڏهن؟



سوچون سرهاگل.

[انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران، ١٩٧٨ع لاءِ بهترين شعري ادب جو انعام حاصل ڪيل]

گل ۽ تارا.

[ينگ رائٽرس گلڊ سنڌ پاران، ٻارن جي عالمي سال ١٩٧٩ع جو انعام حاصل ڪيل]

ڪانپوءِ، سنڌي شاعريءَ جي تنيڙي، پر نظر ايندڙ نانءُ اياز گل جو ٽيون شعري ڪتاب

## پهلا گل پلاند ۾

[چونڊ غزلن جو ڪتاب] [٨-٠٠]

سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت پاران ڇپجي ويو. سڀني خوبصورتين سان،



امداد علي شاه

( تمثيلي افسانو )

# مولوي مفت

”ادا ٻاهر مولوي ٿو سڏي!“ منهنجي ڀاءُ چيو.

دماغ تي ڄڻ هٿوڙو لڳو ڀاءُ جي اکين ۾ اکيون کپائيندي چيم. ”مولوي!“

”ها ادا! ڪاري ڏاڙهيءَ سان مولوي آهي. ۽ مڇون به انهن ونگي وانگر وڌيل!“ ادي چيو.

”چرچا نه ڪر ڇيلي!“ ڀاءُ جي ڪلهي تي هٿ رکي پڇيم ”جي مولوي آهي ته پوءِ مون سان ملڻ نه آيو هوندو.“

”نه ادا نه! هو توهان سان ملڻ آيو آهي“ ڀاءُ پڪ ڏياريندي چيو ”ادا ڪنهن سوٽ ۾ پاتل آهي!“

مان سوچن جي درياءَ ۾ غوطا کائڻ لڳس ”سوٽ، ۽ مڇون ونگي وانگر وڌيل ۽ مولوي! ”خير ڏٺو ويندو.“

ٻاهر نڪتس ته مولويءَ کي ڏسي منهنجا تختا نڪري ويا، مان عجب جي نشاني بنيو، پنڊ پهڻ ٿيو مولويءَ جي سامهون بيٺو رهيس اهڙي ياڪر پاتائين. دراصل مولوي منهنجو عزيز ترين دوست منظور هو.

”ڪر خبر مولوي منظور! هيءَ حالت ڪنهن ڪئي اٿئي؟“

”ڏاڙهي رکائڻ ڪو گناهه ڪونهي، مون ته سنت پوري ڪئي آهي. مسٽر!“

"واهه ڙي سدورا پٽ، واه! نه چئبو" هائي فرض ڇڏي سنت پٺيان پيا آهيو.

"ان معاملي تي مون سان بحث نه ڪر! اسلامي معاملي ۾ مان تمام گهڻو سخت آهيان!" مڇون مروٽيندي، گارڊ آف آنر ڏيندي پڇيائين "ڀلا پڌ! اڄ ڏينهن ڪهڙو آهي!"

"ڇنڇر"

"نه نه منهنجو مطلب آهي نه اڄ نمائش آهي نه؟" پڇيائين

"ها!" چيو مانس.

"پو ڀلا پروگرام ڇا آهي؟" مڇ کي تاءُ ڏيندي پڇيائين.

"هلون ٿا ڪنهن مسجد ۾ نقل پڙهون!"

منظور جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو نرڙ ۾ گهنج وجهندي چيائين "مذاق نه ڪر! هل نه هلي نمائش ڏسون."

مولوي منظور احمد جو موڊ آف ڏسي چپ چپات ۾ سائس گڏ هلڻ لڳس پنهنجو پاڙو لتاڙي جڏهن روڊ تي پهتاسين ته همراه بيهي رهيو.

"اڄ منهنجي پرسنلٽي ڪيئن ٿو پائين!" نڪ مان سنگهه ڪڍي رومال سان نڪ ۽ هٿ صاف ڪندي چيائين.

"اڄ تون زبردست سمارٽ ۽ پرسنلٽيءَ ۾ سين ڪان وڏيڪ سرس ٿو لڳين، مولوي صاحب!" مون سندس ڏاڙهي ۽ مڇن ڏانهن ڏسندي چيو.

"مون کي مولوي صاحب نه ڪوٺ!" کيسي مان ننڍڙو آئينو ڪڍي ڏاڙهيءَ جو عڪس ڏسندي چيائين. "اڄ ڏسجانءِ عورتون ڪيئن نه تيون لفٽ ڏين!"

لفٽ! ۽ توکي — امپاسيبل- ڀلو آهين دپٽر!"

I have got three experiance in Love and Lift.

تون به پاڻ کي هيرو ٿو سمجهين، پر اڄ ڏسجانءِ! عورتون سڏي مون سان نه ڳالهين ته منظور نالو ڪنهن ڪتي......"

”هاڻي تورو چپ ڪري به چپن تي چاڙهه! رکو بخي نه هڻ!“ هيومانس هو چپ ٿي ويو اڳتي هلي هڪ هوٽل تي چانهن پيتيسين پوءِ پاڻ وري مانڊيءَ تان به پان ۽ هڪ سگريٽ ورتائين، هڪ پان مون کي ڏنائين پيو پنهنجي وات ۾ وجهي چاٻا ڏيندي، سگريٽ دکائي سوڙو هنيائين ايستائين اسان هڪ سوڙهي گهٽيءَ ۾ اچي پهتاسين، سامهون ٿي ڇوڪريون برقعن سان منهن اگهاڙو ڪيو، کلنديون پئي آيون.

”ويري گڊ“ منظور کان رڙ نڪري وئي. ”هاڻي ڏسجانءِ مان انهن سان ڪيئن نه ٿو ايڪشنن سان ڳالهايان. پر يڏا! تون منهنجي پرسنلٽي خراب نه ڪجانءِ!“ مون کي بانهن کان وٺي پويان ڪندي چيائين.

ڇوڪريون ويجهيون ٿيون ته منظور مڇ کي وٽ ڏئي، دليپ ڪٽ پوز هڻندي، ڏند ڪڍي مسڪرائڻ لڳو. هڪ ڇوڪري جا سڀ کان اڳيان هئي تنهن کلندي چيو.

”چاچا! تورو مڇن کي پرتي ڪيو ته اسان لنگهي وڃون!“
”چاچا! مڇون گهٽي سهر وڪڻندئو!“ ٻيءَ ڇوڪريءَ به پوئتي نهارنيدي چيو. ”ڏاڙهي مڇن سميت خوش هجو چاچا! پوئين به چپ رهي نه سگهي.

مولوي منظور احمد جا ترا نڪري ويا، منهن ڦيڪيءَ جهڙو ٿي ويس، ڪاوڙ ۾ ڏڪڻ لڳو ۽ پوءِ ٻوڙندو گم ٿي ويو. منهنجي نظرن کان ڏاڍو ڪولهيومانس پر نه ليي نه لڏو نيٺ مان واپس ورڻ لڳس. گهر جي پرسان پهتس ته ڪاهي تي هٿ محسوس ٿيو. ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺم حيرت ۾ وات ڦاٽي ويو، سامهون مسٽر منظوراحمد بيٺو هو. مولوي ان ڪري نه، جو هاڻي بلڪل ڪلين شيو لڳو پيو هو پوٽ ائين لڳو پيو هوس جو اصل ڄمو ڄم جي دڪان واري صابق داني.

ظفر عباسي

# • سور پچار •

”ڪهڙا حال ٿئي؟“
”حال اسپتال لڳا پيا آهن يار.!“
”نيٺ؟“
”اهي ئي آهن جي اڳ ۾ هئا!“
”آخر؟“
”بس يار! الائي ڇو زندگيءَ مان مزو نه ٿو اچي.“
”مزو، زندگيءَ ۾ هوندو ناهي ڇريا، پيدا ڪيو ويندو آ.“
”ڪيئن پيدا ڪيو ويندو آ؟“
”پيو ٻڌائيندو سانءِ“
”نه هينئر ٻڌاءِ؟“
”Love ڪر“
”ڪنهن سان؟“
”ڪنهن سان به!“
”جنهنکي مان چاهيان توسا مون کي نه ٿي چاهي!“
”اها ته Nature هوندي آهي!“
”پوءِ؟“
”پوءِ تون ان کي چاهه جيڪا توکي چاهي!“
”ان کي مان ڪڏهن به چاهي نه ٿو سگهان!“
”ڇو؟“
”ڇو جو محبت هڪ دفعو ڪئي ويندي آ“

"هو مان کٿي ڏٺوانءِ نه ڇهه دفعا ڪرا"
"پوڪ بصرا! مذاق ڇڏ - ڳالهه ٻڌ؟"
"حڪم!"
"اها هڪ دفعو محبت نه مان ڪري چڪو آهيان!"
"پوءِ تو اها ڇو ڪئي؟"
"ڪهڙي خبر نه ........"
"چڱو! سمجهه ته اها ميچ ڊرا ٿي وئي"
"معني-؟"
"معنيٰ ته وري ٻئي هنڌ Try ڪري ڏس!"
"ڪار ڏئي ڪيئن ها پر اٿين نه ڇئين ها دوست!"
"ڇو؟"
"هڪ دفعو ڇيم ته محبت هڪ دفعو ٿيندي آ ۽ اهـا محبت مان ڪري چڪو آهيان ۽ بدقسمتيءَ سان ناڪام ٿي وئي هاڻ ٻڌاءِ ته ڇاڪيان؟"
"توکي ان محبت ڪرڻ کان اڳ مجنونءَ سان صـلاح ڪرڻ گهربو هو!"
"ڇاجي باري ۾؟"
"ان ئي باري ۾ ته تو ليليٰ کي پهريـون پيرو ڏٺـو ۽ چاهيو نه هن توکي ڇو ۽ ڪيئن چاهيو؟. هو توکي ڪو خاص مشورو ڏئي ها!"
"ماضيءَ کي ڇڏ"
"ياد ماضي دل نه ڪر
جيڪي ٿيو سو خوب ٿيو"
"مشورو هاڻي گهرجي"
"نه هاڻي تون فوٽ پاٿ تي ويٺل طوطي واري ڦار واري کان ڪجهه ڏوڪڙ ڏئي وڃي مستقبل جي باري ۾ پڇ!"
"مون کي قسم آ، تو سان ٺهل ان ويڏن جو نه اهو ڦار

وارو ڪڍهن به مستقبل جـون خمرون خراب نـه ٿيڻديندو آهي ـ ان ڪري هو توکي به سونهري مستقبل جو گهٽ ۾ گهٽ ٻيو نه ته به آسرو ته ضرور ڏيـندو!"

"مسخري وقت تي ڪبي آ موڪا!"

"هي 'وقت' ناهي ڇا؟"

"نه"

"نه پو مون بس ڪئي!"

"بس به نه ڪر؟"

"ته ڇا ڪيان؟"

"مون کي ٻڌاءِ ته مان ڇا ڪيان!"

"ڪڏهن وڃي ڇرين جي اسپتال ۾ داخلا وٺ!"

"ڪو فائدو رسندو؟"

"بلڪل؟ ڪيئن نه! هڪ ته ڊاڪٽر محمدابراهيم خليل جي ڪنهن انساني جو ڪردار تي پونديئن - ٻيو ته اها ڇريائپ واري هواهه به دماغ مان نڪري ويندئي!"

"ڇريو - ڇريو چئي مون کـي ڇريو نه ڪري وجهه خدارا ـــ مان ڇريو ناهيان!"

"ناهيون ته پوءِ اهڙيون ڳالهيون ڇوٿو ڪرين!"

"همدردانه لحاظ کـان توکان صلاح ٿو پڇان ته مـــان ڇا ڪيان؟"

"هائي تون هيئن ڪر! ڪن تي هٿ رکي هي ڪلام ڳاءِ"

"مون کي جوڳي هٿي ڏي تـون ڏارو
الا منهنجـو ڪانگل آهـي قرب وارو"

خبر اٿئـي! اهيءَ ڪلام جـي ڪري سرڪـار سڳوريءَ ساڻي ٻاڳيءَ کي عظيم طور "زمين جي رڳـو اڪت ڏني" آهـي

"مون کي زمين نہ گهرجي دوست، مون کي زمين نہ گهرجي؟ مون کي محبت گهرجي — مون کي پيار گهرجي — مون کي — مون کي پنهنجي جيون ۾ بهار گهرجي دوست !"

"تيز چمچاچري جو هڪ غزل تنهنجي زندگيءَ جي خزان کي بهار بنائڻ لاءِ ڪافي آهي جاني!"

"مون کي سهارو گهرجي دوست! سهارو! جيڪو مون کي تيز چمچاچري نہ پر منهنجو محبوب ڏئي سگهي ٿو — پر تو کي تہ خبر آ نہ؟ تہ منهنجو محبوب......"

"محبوب.... محبوب ... محبوب ! — ٿي ويءَ تسي پيش ٿمندڙ ڪنهن سادي ڪمپنيءَ جي اشتهار ۾ آيل ڪنهن ٺاهوڪي رن ني مٿو ڦريو اٿئي ڇا؟"

"ياهہ ڏيس — منهنجو محبوب — محبوب آڪي؟"

"مهين محبوب جو ماٺو بہ نہ ٿو ٻاقي ........"

"ماٺو—مون ساز، نہ نہ ڪري نہ!"

"محبوب ۽ ماٺو، لازم ۽ ملزوم شيون آهن چريا! محبوب بہ ماٺو نہ ڪري تہ پوءِ ڪير ڪندو؟"

"چڱو يلا! لک ماٺا ڪري پر گهٽ ۾ گهٽ چاهي تہ صحيح."

"ياپڙا! اهو تہ چيم تہ جنهن کي چاهيو آ، سو پاڻ هرگز نہ چاهيندو آ، ۽ اهڙي وڏن مون سان بہ ٿي آهي ڪوڙ دفعا!"

"پوءِ تو ڇا ڪيو آ ؟"

"مون کي ڇڏ—جاني پڌ! نيڪ صلاح ڏيانءِ؟"

"ها!"

"وڃ ۽ وڃي آپگهات ڪر! وڃ ۽ وڃي پاڻ مار! وڃ ۽ وڃي خودڪشي ڪر! دل ۾ لتاڙ گدڙل ايمان، جو قسم! سمورن سورن کان ڇٽي پوندين!"

آپگهات ڪرڻ واري جي جنازي جي نماز ڪانه ٿيندي آهي ۽ آپگهات ڪرڻ واري کي دوزخ ۾ اماڻيو ويندو آهـــي! اهڙي صلاح تو ڏني يار!

بس نہ! توکي دوزخ ۾ وڌو ويندو نہ؟ ۽ مان توکي پڪ سان ٿو ٻڌايان تہ تنهنجو محبوب بہ انسان جي دل رنجائڻ واري ڏوهہ تحت سزا ڪاٽي مغرور دوزخ ۾ ايندو! ٻڌو ڪونہ اٿئي تـــہ مظلوم مظلوم سان پيار ڪندو آهي. ۽ ان ڪري دوزخ ۾ نہ رڳو توکي تنهنجو محبوب، پر هڙئي دوزخ وارا توکي چاهڻ لڳندا.

نيڪ صلاح ڏيڻ لاءِ مهرباني پر ڇا آخري هڪ ســوال پڇي سگهان ٿو؟

اعتراض جي عادت ڏي نہ اٿم

تون بہ مون وانگر، محبت ۾ محبوب جو ڌڪاريل آهين پو تو اڄ تائين خودڪشي ڇونہ ڪئي؟

مان...... مان.... مان- اڄ تائين هڪ نہ! هڪ هزار دفعا خودڪشي ڪري چڪو آهيان دوست! آدم ڪان اڄ تائون، الائي ڪائون جنم ورتو اٿم اٿم ۽ .... ۽.... هر ڀيري پاڻ ماريو اٿم- ۽ شايد هي منهنجو آخري جنم هجي ۽ ٻڌي ڇڏ؟- مان هـــن ڀيري بہ خودڪشي ڪندس دوست! ۽ هو سڌ ڪن ۾ پنجي ويو.



رسول بخش درس

# لڪا ناهي لوڪ ۾

هوٽل اڪيان لنگهيس چانل ساجاتل سڏ ڪن تي پيو "لطيف!!!" اندر اسلم ويٺو هو.

هلو مسٽر ڪهڙا حال اٿئي ڏسڻ ۾ ٿي ڪونه ٿو اچين مرڪي چيائين. چانهه جو چيائين.

يار انيٺي آهن جتي اوهان ڇڏيون. ڳوٺ ۾ سڀ لڪايو پيا آهيون. تون ڏي خبر ڪڏهن اچڻ ٿيو؟

اڙي بابا ٻن ڏينهن کان آئي ٿي آهيان. تون ملين ٿي ڪونه ٿو. پلا هتي آهي ڇا؟ ڪٿي تو آرام اچي. بس يار ڳوٺ آهي ڇڏيو ئي سگهون. نه نه ڪر منهن ٿي نه ڪريون وري اچون ته اوهين يار دوست به ڪونه ملو"

"ها يار اسلم ڪراچي جي هوا بچڙي آهي. اسين ته بڪ ڀؤ ڪريو ماستريءَ کي لڳا پيا آهيون"

"ڪپڙن ڳرهل ميرن هٿن ۾ چانهه جو ڪوپ جهلي ٻچل اچي مٿان بيٺو مونکان لهرائڻ لڳو. "ٻچل پٽ اسڪول نٿو اچين؟"

"سائين بابا نٿو ڇڏي" مونکي پٽس جو حال اکين اڳيان تري آيو مهيني کان مدي جي تپ ۾ پيل پوڙهي پيءُ جو پرجهلو به هي ڪلهو ٿي ته آهي.

اسلم جي چپڙب چرڪايم "اڙي ڇورا ڪپڙا ته ڌوئي وجهندو ڪر، پيٽان پڙهو مٿان باقياتي پيشگيريون ڪري مري ويندا"

مونڊاڻهن منهن ڪندي "اسانجي قوم ڪڏهن سڌرندي. ڇورا ڏس

هوٽلن تي ٻيا ٽڪون جهليندا پڙهندا ڪونه ٻلا اڳتي هلي هي ڇا
ڪندا؟ هن کي پڙهس پڙهائي ڇو نٿو؟"

دل ۾ آيو ته ٺٺڙ وهائي ٻڇانس توکڏهن ان گهر جي خبر
لڌي آهي جنهنجي پيٽ گذر جو وسيلو اهو معصوم ٻار آهي، ٻر ٻاڻ
ڇهاماندي ڇيم "ٻلا اهو کهڙو نياڳو ماڻٽ هوندو جو ڇساهندو
ته سندس جگر جو ٽڪر نه سڌري. هن جي گهر جي پنجن ڀاتين
کي سنڀالڻ وارو اڪيلو پوڙهو پيءُ مهيني ڪان منجي پيڙو آهي. هي
ٻار چار ڏوڪڙ ڪمائي تڏهن پنج جهو پيٽ ڀرين."

"خير ڇڏ انهن ڳالهين کي وڃي ڌوڙ پائي. ٻلا ٻي شادي
ڪڏهن ٿوڪرين؟ يار توکي شايد آهي ڏهاڪو سال ٿيا اٿئي زال مئي
سدائين اٿين ٻهو هلمدين مسٽر (No life without wife.) سچي
ٻڌاء نا رد ته نه ٿي ويو آهين ها....ها....ها....ها" ڪيش ڇا ٻڌايان؟
"بس ڇڏ انهن ڳالهين کي. نامردي جو ثبوت ٻه هيرن جهڙا پٽ
آهن. باقي شادي نه ملندي ته آدم ڪونه آهيان جو ڪک
مان ڇٽيان"

"هائي هٽي ٿو ٻتاڪ سندس ڪلاس ون ڪامورو ٿيڻ لاء
وڏيرن وٽ گبسن جو دفتر ڪولي ويهي رهندو. وڏن ماڻهن جي
دوستي تي فخر. عيش عشرت جون ڳالهيون. وات مان گٿ. ڏنو
پٽ ڇٽي جو مان برڪت ڀري ڪمائي جا مثال غريب عوام جي
پيٽ ۾ ڇرو وهائڻ جا جديد ڍؤنگ"

رابو واچ کي ڪرائي ڪان هٽ ڏانهن جهٽڪو ڏيندي
"هائي سمهڻ جو ٽائيم ٿي ويو. گڊ بائي [موڪلائي هلي ٿو]
رمتي تي وجود کي گهليندو اڳتي وڌيس "سفارشن جي جهڪ تي
نوڪري ملي اٿس وڏي تڏهن ٿو انگل ڪري جي هجي امان وانگي
سڪي ٻگهار تي ٻاڻهي ٻٿو. ٻئيس گهٽين ويهين سؤ آهي- شادي !!!
ڪٿان ڪريان شادي؟ هڪ ته بدي جي وبا ٻيو ته هجي ٻئيسو

پوءِ سگ ڪوڙ. پکهار مان گهر جي پورت نٿي ٿمي شادي ته وڏو مسئلو ٿيندو. پهرين شادي وبل بارهو وڏڙن جي ڪلهن تي مائٽن ته ٿي آس پوري ڪئي تيسين مورڳا ٻاڻ ٻه پورا ٿي ويا. مونکي سورن ۾ وجهي ويا. زال ٻه ساٿ نه ڏيئي سگهي، وبئي موت بک ٿي. وري ٻه ننڍڙا ٻار تن جي پوري پني تربيت منهنجي وس ۾ ڪونهي. وري ماءُ ۽ چاچي جو ٻه سهارو اڪيلو آئون آهيان. ننڍڙا ٻاڙر ٻه ڪٿي ڪمائي جهڙا ڪونهن؟ پر مون ٺيڪو ته ڪونه ڪنيو آهي؟......هن يتيم خاني کي پالي جي ڪري زندگي تباهه ڪريان!!!......چونه اڳتي پڙهان ڪنهن وڏيري کي منٿ ميڙ ڪري سٺي نوڪري وٺي عيش سان حياتي گذاريان

پوءِ گهر جا ڀاتي ڪيئن پورت ڪندا .. هان؟؟؟ هي سوچ ذهن جي کهڙي ڪند مان نڪتي؟؟؟ نه نه هرگز. اهيا خود فريبي آهي. احساس محرومي آهي. فراريت. اسام وٽ سڀ ڪجهه آهي پر حساس دل ڪانهي. پنهنجي ذات لاءِ ڪري ڇهه زندگيون ويهه ڪريان. ڏکيو سکيو وقت پاس ڪجو. خرچ گهٽائيندس سگريٽ پان ڪان اڳيئي پري آهيان. چانهه؟ چانهن ٻه ڇڏبي چا ٿيندي ڪجهه. ڏينهن سنگتي ساٿي جوڪائي جا ميهڻا ڏيندا پر ڇهن حياتين ڪان مٿي اها هلڪڙي خوشامد مٿي ڪانهي. خواهشن کي گهٽائڻو ڪنهن جو قول آهي؟........ ”زندگي آهي ٻن ڪاڻ جيئڻ جو نالو“

*　　*　　*　　*　　*

چالهن اسام پياري. اٺ آنا بچي پيا آهن. چا وٺان اخبار؟ پر اخبار ته ٥ ء پئسه آهي، ٺيڪ آهي. اخبار ڏرمون سمٽ وٺان پڙهندس. هن پئسن مان ٻارن لاءِ شيءِ وٺندس. ويچارا گهر ۾ گهڙڻ وقت ڪيڏي پاڻوهه سان اکين ۾ پڇندا آهن بابا شي.

سامهون سيٺ ميٺيو ويٺو آهي- نوڪر تو ۾ رڌل آهن،
ڪپڙن ڦاٽل ڏٻل ڏٻرا مزور مڙا ويڳر وانو وٺڻ لاءِ بيٺا آهن.
سندن اکيون پير دڪان ۾ قسمين شين ڏسيو وري ڪيسي جو
خيال ايندي هيٺ جهڪيو وڃن.

”اڄ ماستر ويهه“ سيٺ ويهڻ لاءِ چئي- اخبار کڻي پڙهڻ
لڳس- اٺ آني هٿ ۾ جهلي اٿم-

”ماستر اسلم سان مليو آهين؟“

”ها اڄ هو مليو اچانس“

چالو ٿي ويو ٻڪواس ۾ ”ٻيلي موجون آهين انهن جون
راڳا پيا ڪن- اسين ويهي ويهي مري وينداسين- هن ڪن ۾
پيا آهيون.“

اخبار پڙهندي سوچيندو رهيس ’انسان ڏاڍو لوڀي آهي- هن سيٺ
وٽ هيڏو پئسو پوءِ به حسد ۽ ساڙ ۾ جلي پيو- اڄان به سڌڙيو
آهي ته وڌيڪ ملڪيت گڏ ڪريان- شهر ۾ ڪو وڏو ڪاروبار
ڪريان- لکن مان وڌائي ڪروڙ ڪريان- ڪروڙن مان اربن کي
هٿ وجهان- خواهشن کان جند ڇڏائڻ به وڏي ڳالهه آهي‘

”سيٺ صاب ڀڳوان نالي اٺ آنا. هي معشوم ٻن ڏينهن
کان بکيا آهن،“

”هل مائي مٿو نه کاءُ هوندر ته هيڪڙي وٺي ويٺي آهي
وري مٿان تون.“

’سڪل جهڙي تيلي. ڪپڙا ليڙون ليڙون ۽ ڪارا ڪوجها
الف اگهاڙا ٻار ساڻ- نمائي ناري انهن آني لاءِ ڇڙهن جي نيرن جا
گهاٽ پيئي سٽا‘.

”سيٺ صاب ٻچن مان لڪ ٽٽندو- سڄو ڏينهن رلي رلي
ٿڪي آهيان. ٻن لولن جيترو ڏوڪڙ ڪونهي- ڀڳوان نالي اٺ آنا
ڏي مسڪين کي، هي پسو بک سهي نٿا سگهن.“

"هل رن ترڪتال ڪونهي ڪاو.......... هل اڄان بيٺي آهين، منهنجي هٿ مان اٿ آني ڪري پيئي ڇڪاٽ تي مائي ۾ ٻارن جون نگاهون سڪي ٽــي ڄمي ويون. ٻارن مون کي گهوري ڏٺو ڇڻ منهنجي چوري جهلجي پيئي. هٿن ۾ حرڪت آئي. اٺ آنا ڪٽي مائي جي تري تي رکيم. موٺ ۾ دعا جا جملا جن ڇپن تي پڳوان جي سدا هئي تن تي خدا جو نالو ٻرڻ لڳو "خدا خوش رکنده ٻچا بچنده. شائين لک ٿينده."

گهر هلڻ لڳس ذهن تي ڪئين سوال. سوچن جي واڇوڙن ۾ وٺجڻ لڳس 'ٻارن لاءِ شي. نقيرٻائي جا اگهاڙا ٻار هيڏا هڏ. سيٺ جي بي رحمي. اسلام جي مدي خارج سوچ. گهر اندر داخل ٿيس ٻئي ٻار نمائيون مائڪيون ڪٽي خالي هٿن ۾ تڪي رهيا هئا. منهنجا هٿ خالي هئا پر ذهن جي پردي تي فقيرٻائي جا ٻار رکي ماني هٿ ۾ جهلي خوشي سان کائي رهيا هئا. رکــي تي به سرها هئا.



# ٻه غزل

**مير محمد پيرزادو**

ساهه اسان جي ساجن ساريا،
جن سان ڏينهن گھٽيئي گھاريا،
منهنجي جواني توله جاڳي،
ڏاڍا ڪيئي سڪي ٺاريا.
رت بسنت وري بادن جي،
لڙڪ به اکين ۾ ڦولاريا.
مائي پاليءَ ڪيئي پوڙيا،
وهندي ٻليءَ ڪيئي تاريا.
نيڻ ڇپر ۾ رت جلائي،
توله مون هي ڏيئا ٻاريا.
آس اسان جي پڪي موتي،
واهوندن به نه جاني واريا.
راهن تي تي ٻوڙا ٻهڪن،
جيڪي لڙڪ اسان ها هاريا؛
اوني کوني آڇ اوري؛
ڳچ اسان هت جن لئه ڳاريا.
ساٿ نه ڏيندا ٻڏندي ٻوڙا،
تربان جيڪي آهن ڌاريا.
تنهن ڏي منزل دوڙي آئي،
جنهن جي تيشيءَ ڏونگر ڏاريا

**عبدالڪريم ارشد**

ڏاهپ، سچائپ، سرت شعور،
ڪونا، پيڙا، سوچون سور!
لوڪ، تماشو، سوريءَ ساٿ،
آهي آهي، ڪو منصور؟
وحشي ماڻهو، ٻڙڇون هٿ،
نازڪ دليون، ڪنا چور!
ٻانهپ جو هر ٻنڌڻ ٽوڙ،
جي توجهاپو آ منظور.
ڪوڙ مچيندو نيٺ ته مات،
سچ نه مرندو آهي مور.
شهر سڄي ۾ آ مانداڻ،
مٺبو دوکي جو دستور.
سچ نه ڇمڙي اک ڏٺو،
ذات ڪويءَ جو ناهه قصور
سانت وڄايو منڙو ساز
تارن جهمريون، چنڊ آ چور
ارشد مون سان رات رنو،
مڏ نه آئت، ٻيڙا ٻور!

ج - ع - منگهاڻي

# ٽي ٽِڙو

١- هو ڏس! نڪتي ٻاڦ
تنهنجون اکڙيون ڳالهيون
رکيو هٿ ۾ لاڦ.

٢- اندر آهي اجهو
اکين ڪچيم ڪين ڪجهه
اڄ مون سچ سهو

٣- توبهه ڏنو جواب
مهنجي جواب بدلي
پورو ٿيو حساب

استاد بخاري

# غزل

حسن هونگاريو، چيم حاضر حضور
شوق کان اڳ ۾ وڏي پهتو شعور.
عشق مجنون کي نه ليليٰ- حسن کي،
عقل- قاضيءَ کي برابر هو غرور.
حسن کان يا عشق کان ياعدل کان،
ٿي ڪٿي ڪنهن کان ڪلور آهي ڪلور.
آسمان آهي ڪونه، آهي مگر،
فڪر جو ناهي، نظر جو آ قصور.
جو ڪڏي ڏهه ڏهه ڏهاڙا ڪجهه ڏسي-
سوبه ڏسو محبتي دل جو مزور.
زهر کي ماريون نه ٿي اڪسير ٿو،
نور کي ساڙيون نه روشن ٿي سرور،
ڪوششون ڪارون بخاري بهتريون،
درد، دارونءَ کان سواءِ ٿيندو نه دور.

خاڪي جويو

# غزل

متل مٺ موڪيءَ جي ڪي وڏايو
وري اڄ محفل ستارا مچايو.
هرايو حياتي سڪن سان نه ساٿي،
ڏسي ڏاڍ، ڏونگر ڏکن سان ٽڪايو
اڇوڪا اباڻا ڪري سڀ بيانا،
ورهه واٽ ووڙي لڪن مان لنگهايو.
ڇڏي ننڊ نياڳي ڪري وٺ سجاڳي،
سفر سور وارو سکهو ٿي سڄايو.
خداوند خاڪيءَ کي سکه ڏي ڪا
نئون نهن جنهن آهه تانگهي نيايو.



## ٻه چوڏڪا

وڃن مينهن سائي ٿئي سنڌڙي
ٻلر ٻرت مان شال ٻئي سنڌڙي
هي مهراڻ منڇر ۽ ڪينجهر قمر
هي جهانگيءَ جي لاڪا ڄمئي سنڌڙي

رحيم بخش قمر



تنهنجي هرهڪ ڳالهه ياد اٿم
ڏک ۾ سات ڏيڻ ياد اٿم
سنڌوءَ ڪناري گڏ گهمڻ ياد اٿم
رسي وري پرچي پوڻ ياد اٿم

ساگر نبي بخش



خادم سنڌي

## گيت

جڳ جڳ جن سان جيءَ جڙيو آ
من کي جن جي قرب ڪڙيو آ
تنهنجو تن سان پاند اڙيو آ
ڏتڙيل ڏوتيڙن کان ڏايا
مور نه مونکي ڌوڙي ڇگهندين
مون کي ڦاميءَ تي چاڙهي.
پورهيت پنهنجو پاڻ مڃائي
وير وساري ايڪو آڻي
تنهنجي آڌو سينو تاڻي.
جنهن دم گڏجي اڳتي آيا
مور نه تن کي موڙي سگهندين
مون کي ڦاميءَ تي چاڙهي.
جهانگيرڙا جت جهيڙي بيهندا
ڏاتن سان ات ڪاتا لڙندا
ور وروچ جيئن گجندا ڪڙندا
جنهن دم ڌرتي ڪاڙهي ٿيندي
پير نه پٽ تي ڪوڙي سگهندين
مون کي ڦاميءَ تي چاڙهي.
سورهيه سر جو سانڪو لاهي
ڪڏي ڪلهن تي ڪفنيون پائي
رڻ ۾ ڏيندا راڙ مچائي
پاڙيتا پاڙي تي پچندا
مور نه تن کي ووڙي سگهندين
مون کي ڦاميءَ تي چاڙهي.

عليڏنواز قل

## زندگي!

رهڙجي رهڻ جي
پاپون ڪيڏن مٿان
ليٽ چچرجي ويو
حسرتن ۽ خواهشن جو لاش!
ڏوجهرو ٿي ڏوجهرو
زندگي آ ڏوجهرو
جيترو ڦٽڪيس گهڻو
اوترو الجهيس گهڻو
الجهندي الجهندي
عمر گذري وئي الا
پر!
ڪين مليو سوجهرو
بندگي ٿي بندگي
بيسود پنهنجي زندگي



مرحب قاسمي

## سورج مکي

”تون هن وقت خدا جو قسم
سورج مکيءَ جي گل وانگر
لڙي پئي آهين“
”ها. چاڪاڻ ته منهنجو
منهن تو ڏانهن آهي.

اياز گل

# غزل

جنهن ۾ ڪنهنجو سات نہ سنگ،
جيون سو ڪاريهر ڏنگ
جڪڙيل پنهنجا جيءَ اٿين جيئن
چڙن وچ ۾ وچندڙ چنگ،
انڌلڪ جهڙا سپرين توبن،
جيون پاڻيءَ جيان بي رنگ
جڳ ۾ پيار ورهايو لاهيو،
ذهن مٿاران نفرت زنگ،
مٿان وسارين نوان نسل تون،
توتي آ ڌرتيءَ جو لنگ،
منهنجو پنڌ اتان ٿي جاري،
جنهن هنڌ دنيا وارن دنگ
منهنجون سوچون سرهاگل،
جن جو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ

سرور لکباري

تو لاءِ هر هر ساجن سائين
ويٺو ڪانگ اڏاريان ٿو
ويٺو ڪانگ اڏاريان ٿو
سڪ تنهنجيءَ جي سيج وڇائي
توکي ويٺو ساريان ٿو
ويٺو ڪانگ اڏاريان ٿو
وڇڙيل ڪونجن وانگر، پيارا
روئي ٿو آءٌ پڪاريان ٿو
ويٺو ڪانگ اڏاريان ٿو
صبح سويري، شام جو نڪريو
تنهنجي راهہ نهاريان ٿو
ويٺو ڪانگ اڏاريان ٿو.



علي نواز گهانگهرو

# واءِ

وهہ ولو ٿي، هيءَ حياتي — جذبن ۾ پر ساڳي جوت
سرڪ نہ سرڪي امڙ اره مان، ڇوکر ٻئي ڇيڇاڙي ڇاتي
اڄ ڀي اره اگهاڙي ٿي نينگر، سرميءَ ڪاني پنبڙيءَ پاتي.
جيون سان آهر ڪو چنبڙيل، جيڏا ڇائين ڪاڏي جهاتي
سدڙين سائين هل ڏئي من، تنهنجي منهنجي موت سماتي،
جذبن ۾ پر ساڳي جوت

تاج جويو

## اوسيئڙو

سج لهي ويو
چنڊ ڪڙيو آ
لاباري تان موٽي وينگس
گهر ۾ پاڻ اٿي جو ناهي،
جاڳندم تي پينهائي ڪير؟
ڪانڌ ٻنيءَ تي ڪم ۾ سوگهو
ٻار ٻه ننڍڙا ڪير پياڪ
ريڙهيون ڏيندڙ
پاڻ به سارو ڏينهن پتوڙي
ڪڙڪ هڻي
سنگ لٺي
سانجهيءَ تائي موٽي آهي،
ڪنڌڙي مان
جوئر جي ان جو
تس پري
جنڊ تي ويهي پينهين ويٺي
پرسان ٻار به ويٺا آهن،
اوسيئڙي ۾
ڪيڏيءَ مهل اٽو ٿو پيسي،
ڪيڏيءَ مهل پچي تي ماني؟!



## ٻه غزل

محب اچ مهمان ٿيندا ٿا وڃن
عشق جا احسان ٿيندا ٿا وڃن
امن جي نالي بمن جي راند آ
اڳيرا انسان ٿيندا ٿا وڃن
راند رت جي آ خدا جي نانءَ تي
ماڻهو حيوان ٿيندا ٿا وڃن
اڄ نوان هوشو ٿو مقتل ۾ ڏسان
درد خود درمان ٿيندا ٿا وڃن
ڪوڙ جي مان ڪنڌ تي ڏاتا ڏسان
آس جا ارمان ٿيندا ٿا وڃن
سوس ڌرتيءَ تي نمايون ٿا ته مخفي
مسئلا آسان ٿيندا ٿا وڃن،

شفيع محمد مخفي

---

توسان جا مون جوڙي ريت
پل ڪن ۾ تو ٽوڙي ريت
ڦاهي ڏيهه لئه ٿيون ڏهندي
ناهي پراڻي ٽوڙي ريت
سچ تي تالا لڳن ٿا هتڙي
گونگي ۾ آ ٻوڙي ريت.
ڪهڙو زنده رهي آهي
ڪيڏو آهي ٻوڙي ريت
ڪجهه وقت ته بدل هئي
ڪنهن آهي چوڙي ريت.

شيخ رشيد آدرش

# ڪوتاڏوت

ڪجھہ وقت گذري ويندو- ڪجھہ درد هلڪو ٿيندو
جي رڪ جا ٿاهيل ناهيو، ته عشق ڪي هٿ نہ لائيو
زخم دل جا ويهي شمار ڪريان- لڙڪ اکين جا پڻي هار ڪريان
چين جيوت ۾ جوت پڻ ناهي، ويهي ڪئين ڪنهن جي هان سار ڪريان
احساس جي دنيا ۾ ديواني جو پٿر آ
مونسان ٿي منهنجي لفظن تي چٿر آ
ويهي ٿو ملين غير سان منهنجون اداڻون
پهچي نہ سگهيون تو ٻر مجروح صداڻون

نسرين شاهہ



مهران

## نظم

هي گرم بسترو چو
چو ته ڪوئي
هيٺنر اٿي ويو آهي
رات جي اونده اندر
جهرمر جهرمر سارو اپ
تارا ڪتيون گڏجي ڏيئي
ڪنهن جي آجيان لاءِ
اچي گاهٽ ٿيا،
حال اوري آ ٿيڙو ٿڪيو
۽ چنڊ رنو آ زارو زار،
هو ڪير هو؟
هو ڪير هو؟
ننڊ ڦٽي جو ويو!



مختيار ملڪ

## ترائيل

پٿر پربن هٿي ٿو
ان کي نہ روڪيو
چالڻ تہ هو وٺي ٿو
پٿر پربن هٿي ٿو
پٿر جو هو ڪٿي ٿو
پارس متان هجي سو
پٿر پربن هٿي ٿو
ان کي نہ روڪيو



**اشفاق شائق ٽنيو**

# غــزل

ڪتان تير لڳو ڪٿي زخم ٿيو، ڪٿي زخمن تــي وري تير لڳو
تهــو جــيــون منهنجــي لاءِ زهر ٿــي زخم وري ناسور ويــو.
سڏڙا بــــه ڪيم، رنم، رڙيم ماتم بــــه ڪيم جدائــــيءَ جو
پــــر منهنجو صنم، منهنجو همدم، دل جو مرهم ٿي دور ويو.
ڪي خواب ڏٺاه سپنا ناهيا ڪي ذهن ۾ ڪاڪ محل جوڙيا
ناهيو مــون تنهنجي خوابن جــو، ٿــي تاج محل ڪافور ويو.
محبوب پسڻ جــــي تمنا ۾ مشڪل هر ڪنهن ٿــــي لازم آ
ان لاءِ ڪو عرش عظيم ويو ڪو مديني ۾ ڪو طــور ويو.
ڪوئي نه ڪري هٿ يار وفا، ناهي خلوص جــي قيمت ڪا
جنهن عشق تــان جان لٽائي آ ســو ٿــي ته هتان مخمور ويو.
تو سان هو نشيمن جو چرچو توسان ئي چمن جــي بهار هئي
تون وئين نه وئي خوشبوءِ ساري، گل رنگ ترنگ ۾ پور ويو.
مشڪل جي ٿي ويندي آسان منزل بـــه ملي ويندي "شائق"
باقي آ سفر ٻــن قدمــن جــو، ڇو ساٿــي آن ٿــي چور ويو.



وسيم سومرو

## گيت

تنهنجو ڀتو اڄ آيو پرين
اڄ آيو پرين
نيل گگن تي ڪنهنجي ڏيوي
پر چندٻندي لاک ڇڏي ويئي
اوندهه جي اڄ ساڻ ڪٺي ويئي
سونهن سڳهاري، باک ڇڏي وئي
مون ٻه بدن مهڪايو پرين
مهڪايو پرين
ٻول پڙهي هي هاڻ ڏري پيو
"ساڳيو تنهنجو" آءٌ هتي ووا
آءٌ ٻه تنهنجي سڀ پرڏيهي
منهنجي دلڙي تو آ ريهي
جهومي من ورجايو پرين
ورجايو پرين
اڄ آيو پرين.



## غزل

ختم ساهه سارو ٿيو سورن ۾ آهي
پرين دل پريشان ۽ پورن ۾ آهي
نه تيرن بندوقن ۽ ڀالن ۾ طاقت
غضب گهاءُ غمزن ۽ گهورن ۾ آهي
مٺا لب شيرين شڪل شير ڪان وڌ
نه ميڏاج اهڙو انگورن ۾ آهي
برهه ۾ نه ڪڏهن بس رهيو ڪو سڪون
سڄي يار زندگي ڪورن ۾ آهي
سڄڻ ساهه سيني هڏ، دل، هيٺن سڪ
نه هڪ ۾ مگر تي سمورن ۾ آهي
ڪريان خاص خدمت پيو تنهنجي سڄڻ مان
هي "ٻيوس" تنهنجن مزورن ۾ آهي

ٻيوس نظاماڻي



تنهنجي صورت سبحان الله
منهنجي خوابن جي تعبير
نرمل نهارا بسم الله.

مقصود وسطڙو



حسن بيوس بازيدپوري

## غزل

پرين قول توسان پاڙي ڇڏيو سين
دلاسن تي دل کي ٽاري ڇڏيو سين
ڪري ياد پيارا، پرائيون پچارون،
پرين پاڻ ڳٽين ۾ ڳاري ڇڏيو سين،
سهي سور سرتي، ڪري ٻاراف! ف!
ٿڌو ساهه دل مان اٿاري ڇڏيو سين.
ڏکن ۾ ڏکيا ڏينهڙا ڏوري ڏوري
ڏکيو وقت ڏک ۾ گذاري ڇڏيو سين
ڏکن پويان آخر سچو سک به ايندا
اهو پهه پڪو دل ۾ ڌاري ڇڏيو سين
اوهان جو وٺي نام بحر الم مان،
ٻڏل دل کي تاري ڪناري ڇڏيو سين
ڪري رات ساري، ستارن سان ڳالهيون
وهائو به وٺي اياري ڇڏيو سين.
سچو تنهنجي خاطر ته زنده رهون پيا، —
اميدن تي جيءَ کي جياري ڇڏيو سين
جڏهن کان تو بيوس بڻايو تڏهن کان
’حسن‘ کي به تنهنجي سهاري ڇڏيو سين

غلام محمد مسڪين

## ترائيل

هاڻي مون سان جنگ نه ڪر
هار مڃي مون آهي سائين
مون کي ايڏو تنگ نه ڪر
هاڻي مون سان جنگ نه ڪر
ساهه وٺي تون سنگ نه ڪر
مون ۾ سهپ نه آهي سائين
هاڻي مون سان جنگ نه ڪر
هار مڃي مون آهي سائين.

## نظم

ڌرتي آهي ماتا
ڪڏهن ڪڏهن تو انهن لڳي
آهه اهو سوداءُ
ڌرتي ڪيئن ٿي ماءُ؟
جنهن ڄڻيا لکين انسان مگر
ڏنو نه هڪڙو ڀاءُ
ڀاءُ سو ڪيئن ٿيو ڀاءُ
هڪڙو ٻڪ ۾ ڀاه ٿئي
ٻيو ڪاڻي ٻوڙ پلاءُ!
ڌرتي آهي ماءُ
دل جي ڌڪ ڌڪ مان اچي
پئي سنڌ سنڌ مان پڙلاءُ

هري آزاد

انٽرويو ملاقات

قاضي فيض محمد ظفر عباسي

# مون وٽ سودو سچ جو!

قاضي فيض محمد جو فنون لطيفه ۾ ادب، سياست ۽ وڪالت سان گڏ موسيقيءَ سان به گھرو ناتو ۽ رشتو رهيو آهي. پاڻ هر لحاظ کان سنڌ ڌرتيءَ کي گھڻو ڪجهه ڏنو اٿن. هونءَ ته سندن جنم ۱۸ نومبر ۱۹۰۸ع ۾ هالائي جهڙي تاريخي شهر ۾ ٿيو پر وڪالت جي پيشي جي ڪري اچي نوابشاه وسايائون. ڪيمن سٺي تعليم جهڙوڪ بي ايس سي ۽ ايل. ايل. بيءَ سان گڏ سٺن دوستن جي صحبت به نصيب ٿي جنهن ۾ علاما آءِ آءِ قاضيءَ سان گڏوگڏ هن دور جا قابل قدر اديب ۽ سياستدان به شامل آهن.

پاڻ سنڌ جي فلاح و بهبود، ملڪي ترقيءَ امن ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪيترين ئي تنظيمن ۽ پارٽين ۾ ڪم ڪندو رهيو ادبي دنيا ۾ هن وقت تائين سندس ڪافي ڪتاب، جن ۾ سورن، سنڌي سچ جنسار، پاڙيهه سو پاڙيهه، 'In surch of turth' عشق جو آواز قابل ذڪر آهن، الچيلين ۾ منهنجو سفر [سوانح] ۽ اٺ چاڻ [ناول] ادب ۾ سٺي جڳهه والاريندا.

قاضي فيض محمد جهڙن امرُ انسانن ئي نظر وجهڻ ڪان پوءِ اهو تاثر ختم ٿيو. گھرجي ته سنڌ ڌرتيءَ، سارتد، ٽئگور، ٽالسٽاءِ فرائزفينن، هيمنگوي ۽ دوستو فسڪيءَ جهڙن عظيم انسانن کي جنم نه ڏنو آهي!]

سوال:- فلسفي جي اهميت ڇا آهي؟

جواب:- فلسفو سڄي دنيا جي جان آهي. جنهن ملڪ ۽ جنهن قوم
۾ فلسفو نه آهي، اها قوم زنده رهي نه ٿي سگهي.
اڄ ۽ آئيندي جو تخيل، ڪائنات جي قربن ۽ مهربانين
جو انداز ۽ اهميت، زندگي جو مقصد ۽ منزل، قدرت
جي رازن جي پروڙ ۽ شعور- اهي سڀ ڳالهيون فلسفي ۾
اچي وڃن ٿيون. الهام، فلسفو ۽ سائنس، اهي ٽئي هڪئي
ارتقا جو نتيجو آهن. فلسفو انهن ٽن ڪڙين جي هڪ اهم
ڪڙي آهي، ۽ اها جتي نه آهي؛ اتي رڃ ۽ ڀينگ آهي.
اسانجي ملڪ، خاص طرح سنڌ ۾، جيڪي ڪجهه اسانکي
مليل هو، جنهن کي اسين فلسفو چئون، اهو به ختم ٿي
چڪو آهي. ۽ ان سان گڏ نئين سوچ بلڪل مفقود آ ان
ڪري اونده ۽ انڌو ڪار آهي.

سوال:- ملڪ ۾ عام مروج فلسفا ڪهڙا آهن؟

جواب:- فلسفن جو ڪو خاص انداز يا ڪلاس نه ڪونه آهي.
هرهڪ فلاسافر پنهنجي ذهن جي ترجماني ڪئي آهي. هن
وقت خاص فلسفا، سوشلزم، ڪميونزم، جمهوريت ۽
قدرت آهن.قدرت، انسانيت ۽ ٻيا ڪيترا فلاسافي جا پهلو
لکيا وڃن ٿا. مذهب بذات خود هڪ فلسفو آهي، جنهن
ني به چڱي خاصي ڪوجنا ٿي آهي.

سوال:- توهان ڪهڙي فلسفي کان متاثر آهيو ۽ ڇو؟

جواب:- فلسفي جون ڪي به خاص برانچون ڪونه ٿينديون آهن،
جيئن مذهب برانچن ۾ ورهايل آهي. انهي ڪري ڪنهن
به فلاسافر يا فلاسافي سان ڪو به خاص عقيدو ملحق نه آهي فلسفو
هڪ درياه آهي، هرهڪ ماڻهو پنهنجي سوچ سمجهه ۽
ڪوشش آهر جيڪي ڪجهه حاصل ڪري سگهي ٿو سو ٿي
سگهي ٿو. مختلف هجي.

سوال:- موسيقي ۽ راڳ کي ڪهڙي حيثيت حاصل آهي؟

جواب:- موسيقي ۽ راڳ اعانوٽ خورسان دفن ٿي چڪو آهي، اچوڪو راڳ، راڳ نه آهي پر پڳل دلي جا نڪاءُ آهن، حقيقي راڳ ڪلاسيڪل راڳ آهي، جو خود هڪڙي سائنس آهي. جنهن لاءِ رياض ۽ موسيقي جي وڏي ضرورت آهي. ۽ قدرت جي عنايت آهي سر، سر ۽ سوز جهڙي طرح شاعري، مصوري ۽ ٻيا لطيف فن سڀ انسان جي جذبن تي دارو مدار رکن ٿا. جذبا ڪنهن انسان تي گذريل گهڙين جي ترجماني آهن. راڳ بابت علامه آءِ آءِ قاضي صاحب جن مون کي ٻڌايو هو ته ”راڳ سڀني فنن ۾ پهريون نمبر فن آهي.“

منهنجي خود به راڳ سان تمام گهڻي دلچسپي ۽ وابستگي رهي آهي. ائين کڻي چئجي ته منهنجي سڄي زندگي، پنجن ڇهن سالن جي عمر کان وٺي اڄ تائين راڳ سان ٻڌل رهي آهي. سنڌ ۾ منهنجي ڪلاس جا ماڻهو، [جن جو راڳ روزگار جو ذريعو نه پر شوق هو] پنج يا ڏهه مس ملي سگهندا، جن کي راڳ جي فن سان گڏ چوٽي جي عظيم راڳين سان محبت ۽ سنگت نصيب ٿي آهي منهن جي خيال ۾ جنهن ماڻهو کي راڳ جي خبر نه آهي اهو ائين کڻي چئجي ته خاص نعمت کان محروم آهي. راڳ انسان کي سينگاري ۽ سنواري ٿو، سندس هرهڪ رڳ ۾ رحم ۽ محبت جا ٻيدار پيري ٿو. صحيح ڪلاسيڪل راڳ انسان کي دينداري عيش عشرتن ۽ نفس پرستي کان گهڻو مٿي کڻي ٿو، يا ائين کڻي چئجي ته هن ساري ڪائنات جي خالق سان تعلق راڳ ذريعي پيدا ٿي سگهي ٿو.

سوال:- توهانجو هن نندي کنڊ جي ڪهڙن مشهور ڳائڪن سان سلڻ ٿيو آهي، ۽ انهن منجهان توهان ڪهڙي کان وڌيڪ متاثر آهيو؟

جواب:- منهنجي محبت استاد بڙي غلام علي خان، برڪت علي خان، الهه ڏني ٺوناري ۽ ٻين ڪيترن وڏن راڳ جي استادن سان رهي آهي، مون انهن کان ڪافي ڪجهه پرايو به آهي، مان گهڻي ۾ گهڻو اثر بڙي غلام علي خان کان ورتو آهي ۽ استادي جو ڏاڪو الهه ڏني خان ٺوناري کان پڙهيو آهي، اهي ٻئي بزرگ استاد مون وٽ رهيا آهن ۽ محفلون ڳايون اٿن ۽ ڪجهه مون کي به سيکاريو اٿائون.

سوال:- ته ڇا اوهان ڳائيندا به آهيو؟ جي ها! ته ڪهڙن محفلن ۾ ڳايو اٿو؟

جواب:- ها! مان ڳائيندو به آهيان.

ڪاليج واري دور ۾ اسٽيج تي ڳائيندا هئاسين، پراڻي زماني ۾ ملڪ اندر ريڊيا ۽ ٽيلي وزنون ڪونه هونديون هيون، ان ڪري ٻهراڙي ۾ اوطاقن ۽ مڪانن ۾ محفلون ٿينديون هيون ۽ مان ننڍي هوندي يڪتاري تي پنهنجن ڳوٺن ۾ ڳائيندو هوس انگريزي اسڪولن ۾ پرارٿنا ڪندا هئا، انهن جي مان ليڊ [اڳواڻي] ڪندو هوس، جو هوندو هو:

"لک پال سندي رب سائين
رات اسانجي خوش گذاريئه
ڏينهن به پال پلايون ......."

اهڙي طرح سان ڪانگريس جي زماني ۾ اسر جو ڦيريون ڪڍندا هئاسون، هي ۽ ٻيا ڪيترا گيت ڳائيندا هئاسون.

"سوراج راڄ پنهنجو، وٺنو ضرور آهي."

ٻيو: "آءٌ وڃان ٿو جيل ۾، سڀ ڇڏجو وندي ماترم."

اهڙي طرح وري مولودن ڇوڻ جو تمام گهڻو ڪاريگر هوس، سر سلو هوندو هو مسجدن ۾ واعظن ۾ مولود چوندو هوس.

"مڪي چاڙهو ڇهڙ- عرب ۾ اسلام ٿيو."

يا "رسول الله کي چارئي بلاشڪ يار هئا پيارا."
منهنجي ڳوٺ هالاڻي ۾ مندر به هو، پنهنجي هندو شاگرد سائينَ سان گڏجي مندر ۾ شبد به چوندو هوس. جهڙوڪ:
"پنيچ رکجان نو پتاجي، مال کر کا ميار."
استاد الهه ڏني سان گڏ ڳائيندو هوس. درٻاري، ڀيروي، مِيان جي ٽوڙي ۽ ٻيا راڳ سائس گڏ ڳائيندو هوس.
تمام عاليشان ذاڪر به هوس جڏهن مان مرثيا پڙهندو هوس ته هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿيندا هئا ۽ سخت روڄ راڙو ٿيندو هو. ٽوليون ڪري محرم ۾ دهل جي چوٽ ري ڦرندا ۽ اوسارا چوندا هئاسين.
"هاءِ حسينا! فرياد حسينا!"
مون سان گڏ پروفيسر رام پنجواڻي، وشن لهاڻي، سڪندر علي شاهه ۽ وقت سر مس پرڏان [ مرهٽي چوڪري] به ڳائيندي هئي.

سوال:- سنڌ ۾ موجوده دور ۾ ڪهڙي ڳائڻي کي توهان گائڪي جي اصولن مطابق بهتر سمجهو ٿا؟ ۽ سنڌ ۾ راڳ جو مستقبل توهان کي ڪهڙي نظر اچي ٿو؟

جواب:- منظور علي خان هو سو به گذاري ويو، صحيح گائڪي ان جي مرڻ بعد بنهه ختم ٿي وئي- هاڻي اهڙو ڪو نظر نٿو اچي جيڪو تانون، پلٽا ۽ سرگم پڙهي- هاڻوڪن نوجوان ڳائڻن کي نه ڳائڻ جو رياض نه فن جي خبر، راڳ ۾ سخت محنت ۽ رياض جي ضرورت آهي- مون کي اهڙو شوق هو جو ڪاليجي دور ۾ اُن جو تنبورو کڻي سمنڊ جي ڪناري تي ويهي سرن کي ڳائيندو هوس ۽ رياض ڪندو هوس. ڏٺي ڪري ته هتان جا نوجوان ڳائڻا محنت ۽ رياض ڪري ڪنهن چڱي درجي تي پهچن-

اج ٻي جــي عاشق علي خان جــي ڪافي، ”جادو لائي
ويا جيئ ۾“. يـا استاد بڙي غلام علي خان جي ڪافــي،
”دم دم ۾ ياد پون، سارن سيون ڳالهڙيون“ رڪارڊ ٻڌبا
ته ڪلام کان وڌيڪ انهن جي سرن جو اثر ٿيندو. ۽ جڏهن
شاهه جو ڪلام ۽ هنن استادن جو گلو گڏجي اسرندا آهن
ته ائين سمجهبو آهي ته شايد مرده دليون ٻـه جاڳــي جهريون
ٿي پون.
سنڌ ۾ راڳ جو مستقبل ڏاڍو اونداهو آهـي، هيءَ غلط
فهمي آهي ته ڪو سنڌ کي پنهنجو نرالو راڳ آهــي.
حقيقت ۾ سنڌ ۾ به سڄي بر صغير وارو راڳ مروج آهي
۽ هو. البت لهجو سڀ ڪنهن صوبي جـو نرالو آهـي.
جيئن مدراس جي گائڪي کي پنهنجو بنياد يا علم آهي.
اهڙي طرح سان مرهٽا، يو - پي، بنگال صوبن جو لهجـو
پنهنجو پنهنجو آهي مگر راڳ جو بنياد ساڳيو آهي. جهڙوڪ:
تين تال، جهپ تال، تمڪا ۽ ٻيا تال ساڳيا آهن. راڳڻيون
۽ راڳ جهڙوڪ ڀيري، پهاڙي، تلنگ، ڪماچ، پيلو، درٻاري،
مالڪوس، ڪلبان، وهاڳ، پاڳ سري، ڀيرم راڳ سري،
ڀيرو، ڪليون، بلاول، سمان جـي ٽوڙي ۽ ٻيون ٽوڙيون
مطلب ته سون جي تعداد ۾ راڳڻيون سڄــي برصغير ۾
ساڳيون آهن. برصغير جي راڳ جـو بنياد ويرن مـــان
حاصل ٿيو. برصغير ۾ راڳ جو بنياد ٻين ملڪن جـــي
بنباد کان مختلف ترتيب آهي. اسان جي راڳ جـو زور
Melody [ سوز ] تي آهي. ۽ يورپ جي ملڪن جـــي
راڳ جو بنياد Hormonium يعني سرجي ميلاپ تـــي
آهي. اسان جي راڳ ۾ ڳائـڻ وارو آزاد آهي ۽ جهڙي
طرح سان هو چاهي ته راڳ ۽ راڳڻ کي نباهي سگهي ٿو.
ڪابه سُر بندش ڪانهي ۽ انهي ڪري هرهڪ ڳائيندڙ

جڏهن ڳائيندو آهي ته محسوس ۽ معلوم ٿيندو ته هي ٿلاڙو........ڳائيندڙ آهي- ڇاڪاڻ ته ڳائڪي تي هرڪنهن جو پنهنجو رنگ رچي وڃي ٿو، اها ڳالهه مغرب جي ڳائڪي ۾ ڪانهي. هو پنهنجي Scale کان، جيڪو ڪامل هوندو آهي، ٻاهر وڃي نٿا سگهن ۽ آزاد نه آهن.

اسانجي راڳ سان خاص طرح روحانيت جو تعلق آهي، يعني عشق جو تعلق – ڇو جو فنڪار، سڪ، محبت ۽ عشق ۾ دلهل هوندو تہ سندس آواز ۾ اهو سوز ۽ درد رهي ٿو. عشق[محبت] خدا جي ذات آهي، ڪنهن جو ورثو ڪونہ آهي، جنهن کي نصيب ٿئي.

سان برصغير جي وڏن ڳائڻن کان سندن حياتي جو بيان ٻڌيو آهي تہ انهن کي ضرور ڪانئي نہ ڪانئي عشق جي نشتر ڇهيل معلوم ٿيندي آهي. ٻيو وري رياض ۽ علم بہ ضروري آهي. هاڻي افسوس اهو آهي جو ڪو استاد ئي ڪونهي جو ڪنهن کي تعليم ڏئي، تنهن ڪري سنڌ ۾ وڏي جفاڪشي جي ضرورت آهي، جو الهہ ڏني خان، خيرمحمدخان جهڙا ڳائڻا پيدا ٿين.

سوال:- قومن جي بقا ۽ بهبود جي راهہ ۾ ادب ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو؟

جواب: جهڙي طرح سان باغ ۾ گلن جي رونق هوندي آهي ۽ سڄي گلستان جي سونهن جو مرڪز گل ئي هوندا آهن، اهڙي طرح سان قومن ۾ ادب جو درجو ۽ انداز بہ ساڳيو آهي- ادب، زبان جي جاهہ آهي ۽ زبان قوم جي جان آهي. جنهن ۾ ادب نہ آهي- اها زبان زنده رهي نہ سگهندي- جيڪڏهن زبان مري وينديي تہ قوم جي زنده رهڻ جو ڪو سوال ئي ڪونہ ٿو پيدا ٿئي. ادب جي نہ هئڻ ڪري،

تاريخ جا نشان، تهذيب جـا نشان، فن جا نشان سڀ ختم ٿيو وڃن ٿا مهنڪري ادب جو قومن جي بقا ۽ زندگي ۾ وڏو درجو آهي.

سوال:- ماضي جي سنڌي ادب ۽ اڄ جي سنڌي ادب ۾ ڪهڙو فرق آهي ڇا؟

جواب:- ماضي ۽ موجوده دور جي سنڌي ادب ۾ فرق وڏو آهي، ڇاڪاڻ ته ماضي ۾ سنڌ جي صوبي ۾ صرف سنڌي زبان هئي، ۽ سموريون اخبارون، رسالا، تقريرون، ڳالهيون، محفلون سنڌي زبان ۾ يعني سنڌي ادب سان سينگاريون ويندڙيون هيون ۽ زمين خالص سنڌي ادب جي لاءِ مخصوص هئي. اسان جو اردو يا ڪنهن ٻي زبان سان ڪو تڪرار ڪونهي، مگر سنڌي کي مرندو ڏسي، سنڌي ادب جو خاتمو ٿيندو محسوس ٿئي ٿو. ادب جي اوسر جي لاءِ خاص طرح سان وچولو طبقو گهڻو ڪري ڇوٽن ڳوٺن ۽ وڏن شهرن ۾ آباد هوندو آهي. بدقسمتي اها آهي ته اسانجا شهر ۽ وڏا ڳوٺ، اسانجي ذون آئيل پاڻرن سان آبادٿي ويل آهن. حڪومت جي بي توجهي ۽ هتان جي غير مقامي باشندن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ آماده نه ڪرڻ آهي فرق پراڻي ۽ اڄوڪي زماني جو پراڻي زماني ۾ هندو توڙي مسلمان سنڌي ڳالهائيندا هئا سنڌي پڙهندا ۽ لکندا هئا، انهي ڪري سنڌي ادب جي آبياري ٿيندي رهي مگر خدا ڄاڻي، هن زماني ۾ سنڌي ادب يا سنڌي زبان جو ڪهڙو حال ٿيندو، سو سيڪو سمجهي سگهي ٿو.

"جنهن ڪاڻ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي نه ٿيا!"

سوال:- موجوده ۽ ماضيءَ جي ادب جي معياري جي ڀيٽ ڪندا؟

جواب:- هاڻ جيستائين معيار جو سوال آهي ته معيار ارتقا سان واسطو رکي ٿو پنجاهه يا سو سال اڳ ۾ ارتقا جي منزل

ايڏي نہ هئي، جيڪا اڄ آهي. اڳين ادب ۾ بت پرستي، قبر پرستي وسوسا ۽ عجيب ديو مالائي ڳالهيون ۽ ڏند ڪٿائون موجود هيون، مگر هن سائنسي تيز رفتاري جي زماني ۾ سنڌ ۾ اهڙا به اهي ڳالهيون آهن. ليڪن نوجوان ۽ نئين ٽهي ۾ شعور وڌيل آهي ۽ اڄوڪو ادب اڳئين ادب کان انهي ڪري نرالو آهي جو اڄوڪي ادب ۾ ذلتن وطن جي حب، محنت ڪشن تي ٿيندڙ ظلم، معاشري جي اذيتن جو گهڻو ذڪر آهي ۽ خاص طرح سان جڏهن ون يونٽ جي مصيبت سنڌ جي مٿان مڙهي وئي تہ هرهڪ سنڌي جي دل چڪنا چور ٿي پئي ۽ انهن ڏکن ۽ غمن دلين کي جهنجوڙيو، انهي ڪري ادب ۾ نئون رنگ اچڻ لڳو.

سوال:- اڄوڪي تعليم جي پٺتي پوڻ جا ڪي اهم مکيہ ڪارڻ؟

جواب:- برصغير جي ورهاڱي کان اڳ ۾ تعليم جو معيار نهايت بلند هو. ان جا گهڻا سبب آهن، مگر خاص بہ ٽي نڪتا عرض ڪجن ٿا.

١- سنڌ، بمبئي صوبي سان گڏ هئي ۽ سڄي برصغير ۾ بمبئي يونيورسٽي جو معيار ٻين صوبن جي يونيورسٽن کان گهڻو اوچو هو. انهي ڪري سنڌ جي تعليمي ادارن ۽ درسگاهن کي سڄي بمبئي جي علمي معيار سان گڏ هلڻو هو.

٢- سنڌ جا ماڻهو، هندو توڙي مسلمان، هتان جا باشندا هئا ۽ هزارين سالن کان وٺي هنن جي هن زمين ۽ زبان سان وابستگي رهي هئي، استاد، هندو يا مسلمان، مگر تمام هڏڏوکي، جفاڪش ۽ بااخلاق هوندا هئا. جيئن مان اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ شهرن ۾ هندن جي آبادي گهڻي هئي. ۽ ساڳئي وقت ننڍڙن ڳوٺن، جن جي هزار يا پنج سو آدمشماري هئي، اتي بہ هندو آباد هئا. سنڌي مسلمانن جي اها ڪمبختي هئي ۽ آهي تہ اهڙين مسلمان

جاگيردارن ۽ پيرائي نظام هيٺ هئا-ون، جن ٻنهي کي هميشه اهو فڪر دامنگير هو ته ماڻهو نه پڙهن ۽ جاهل هجن. مگر سنڌ جو هندو انهي مصيبت کان آزاد هو ۽ هنن جي هرهڪ فرد کي علم جو شوق ديوانگي جي حدتائين پهتل هو. اهي هندو استاد يا مسلمان استاد تعليم ڏيڻ کي ننڍي پوش کي پڙهائڻ ۽ سينگارڻ عبادت سمجهندا هئا. اسان مان اڄ به انهي زماني جا ماڻهو جيڪي چڱن عهدن ۽ ترقي واري هنڌن تي پهتل آهن، سي سڀ هندو استادن جي طفيل آهن. مان مسلمانن جي نوشهري مدرسي ۾ پڙهندو هوس، جتي هندو استادن جو گهڻو تعداد هو ۽ وڏن ڪلاسن کي پڙهائيندا هئا. اسان سان، گڏ هندوشاگرد به پڙهندا هئا. ساڳئي وقت A.V. يا پرائمري اسڪولن ۾ هندو شاگرد گهٽا هوندا هئا ۽ مسلمان شاگرد ٿورا. استادن ۾ به گهڻائي هندن جي هوندي هئي، مگر هن ڪڏهن به هندو مسلم جو فرق دل تي نه آندو.اهو سبب آهي جنهن ڪري اڳيون تعليمي معيار بلڪل بلند ۽ بي مثال هو. جڏهن ورهاڱو ٿيو ته هنن غريبن کي ٽپڙ ويڙهائڻ بجاء علامه آءِ آءِ قاضي جي لفظن موجب، ”سنڌ جي ٩٠ سال جي علمي دولت سنڌي هندو پاڻ سان کڻي ويا“ تعليمي لحاظ کان سنڌ ويران ٿي وئي. اسان جا جيڪي پاڙ هندستان کان آيا سي پڻ اسان وانگر جاگيردارن، وڏيرن ۽ پيرن جي ملڪيت هئا. ٿورن لفظن ۾ ته ”هتي اڳي اندا هئا ۽ هوڏانهن به انڌن جو اچي اسان تي وڪارو ٿيو. انهي ڪري تعليم اڄ ختم ٿي چڪي آهي.

٣- سبب ٽيون! جيئن ورهاڱو ٿيو ته رت چوس طبقو، جيڪو ٻاهران آيو يا هتي هو، مال جي ميڙ ميڙان ۾ لڳي ويو. بس زمين ۽ زر سندن مذهب ٿي هو. انهي ڪري اها

بيماري متئين طبقي کان وئي هيئين طبقي تائين پهچي ويئي. ڪامورا شاهي سنڌ کي پنهنجو شڪارگاهه سمجهيو، وڏيراشاهي زور تي ويئي ۽ استاد جي عزت ڪرندي ويئي تان جو هو پاڻ کي نهايت نيچ سمجهڻ لڳو، انهي ڪري ان جو تعليم ڏيڻ ۾ دلچسپي نه رهي.

٤- نه اها دنيا جي گڏ ڪرڻ جي بيماري ڪن استادن وٽ به پهچي ويئي،

جڏهن مان خود ١٩٢٣ع کان ١٩٤٠ع تائين تعليم کاتي ۾ هوس ۽ جنهن زماني ۾ خانبهادر ڪنسٽرڪٽر، خانبهادر جي- اين- قاضي ۽ ڊاڪٽردائود پوٽو جن جي ماتحت D.P.I سنڌ جي آفيس ۾ ڪم ڪيو ان وقت Inspecting اسٽاف خود پراڻن استادن مان ڪئنيل هو- ان وقت بي ايماني ۽ رشوتخوري جو ڪو سوال ئي ڪونه هو- مگر ورهاڱي کان پوءِ جلدي اهڙي اڌوهي لڳي ويئي- جو هاڻي Inspecting اسٽاف جون ڳالهيون ٻڌي، انسان حيران ٿي وڃي- ان جو اثر هيٺئين عملي تي به پئجي ويو- جن رشوتخور Inspecting Staff کي خوش ڪرڻ لاءِ امتحانن ۾ بي ايماني ڪئي، ۽ ڪن نه پنهنجا ڌندا به الڳ شروع ڪري ڏنا- ۽ پنهنجي ماستري ڪمن جو نيڪو ناقص ۽ ان ڏرينڊ ۽ گهٽ تعليم وارن ڇوڪرن جي حوالي ڪري ڇڏيو. پوءِ اهڙي حالت ۾ تعليم جو معيار ڪٿي وڃي بيهندو، سو اسان سڀ سمجهي سگهون ٿا.

٥- سبب اهو آهي نه ورهاڱي کانپوءِ مهانگائي وڌندي وئي، آءٌ .D.P.I جي آفيس ۾ جڏهن اسٽينوگرافر هوس نه منهنجي پگهار صرف اسي روپيه هئي، مگر انهن اسي روپين مان پنهنجو سڄو ڪٽنب پاليندو هوس ۽ ڪراچي ۾ رهندو هوس، ان مان گڏ پنهنجن ننڍن ڀائرن کي تعليم

پڻ ڏياريندو هوس. اڄوڪي زماني ۾ ١٠٠ روپيه اڳوڻي
وقت جي هڪ روپئي جسي برابر آهن. انهي حالت ۾
جڏهن پرائمري استاد جي پگهار [٣٠٠] ٤٠٠ روپيه آهي،
يعني اڳيان چار ۽ پنج روپيه. تڏهن ان جو گذر ۽ سفر ڪهڙو
ٿيندو. ان جي عزت ڪهڙي رهندي، ڪيس جيڪڏهن
ڇهن پنجن ٻارن جو ڪٽنب آهي، تن ۾ پيٽ گذر ڪپڙي
لٽي جي خرچ جي ڳڻتي هن لاءِ قيامت پيدا ڪري ڇڏي،
هاڻي اهڙو ذهني ماڻهو ٻچن کي ڇا پڙهائيندو، اهو سڀ
محسوس ڪري سگهجي ٿو.

٦- سڀ اخلاق جو ڏيوالو نڪري چڪو آهي. وڏو ماڻهو،
ڪامورو ۽ پير جنهنجو ڏندو ئي آهي عيش ڪرڻ، ماڻهن
کي پريشان ڪرڻ. ان معاشري جو استاد تي به اثر ٿيو
آهي. اسان جي وقت وارا استاد فرشتا صفت ماڻهو هئا،
جن کي اسان ڪڏهن بهڙي چڪيندي به ڪونه ڏٺو
جڏهن اهي سڀ لڏي ويا سا مري ويا، تڏهن.

هڙا هاڃا ٿين، پيش هن پنيور ۾.
ادا! انسانيت ختم ٿي وئي محبت مري وئي، انسان مان
هرهڪ پٿر آهي، جنهن جي دل به پٿر آهي، انسانيهمدردي
ختم ٿي وئي ته پوءِ شاگرد ۽ استاد جو رشتو ڪهڙو آهي
تعليم جي معمار جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن؟ تباهي
آهي نسوري تباهي!!

سوال:- ذريعه تعليم ۾ مادري زبان جي اهميت ڪيتري آهي؟
جواب: مادري زبان نه صرف مادري زبان آهي، مگر اها زمين جي
زبانآهي نه هڪ زمين جي زبان آهي مگر لکن سالن کان
هن زمين جي پيدائش آهي. مادري زبان جي خيالن ۽
لفظن ڪن لکن سالن ڪانوئي هڪ شڪل ورتي آهي

هرهڪ لفظ ڪي اربين ذهنن ۾ هڪ ئي تصوير ۽ تاثر اڀارڻ وارو
آهي ۽ هرهڪ لفظ جي تور ۽ تڪ تمام ڳري آهي، جا
هرهڪ ٻچو ٻار پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ پنهنجي ماحول کان
حاصل ڪري ٿو ۽ هرهڪ لفظ ۾ ڇڳو خاصو علم سمايل
آهي پوءِ جيڪڏهن ٻچن کي انهي شاهوڪار زبان کان
واسطو تورائي، هڪ اجنبي زبان ۾ ڪين پڙهائڻ معنيٰ مفت
پيڙي ٻوڙڻ.

سوال:- توهان سياستدان، راڳيندڙ، اديب، مفڪر يا وڪيل چوائڻ
پسند ڪندؤ؟

جواب:- اسان هر ديهي ڇهچا آهيون، جتي پهتاسون اتي پورا مگر
اهو سڀ ڪجهه آهيون ۽ انهي ڪري آهيون جو ڪي
ڳالهيون هن زمين جون ۽ زمين جي پيدا ڪندڙ جون دل
۾ سمايل آهن. اهي ڪڏهن راڳيندڙ جو روپ وٺن ٿيون
ته ڪڏهن شاعر جو ته ڪڏهن جوڳيءَ جو ۽ جڏهن اهي
سڀئي ڳالهيون ذهن تي اچي ٿيون اٽڪن تڏهن ڦاهيءَ
چڙهڻ لاءِ وڃي "ڦاهيءَ واري سياست" ۾ داخل ڪن.

سوال:- فڪر لاءِ تصور ڪيتري قدر ٿو اهميت رکي؟

جواب:- فڪر ۽ تصور هڪٻئي سان وابسته آهن فڪر مان تصور پيدا
ٿوٿئي ۽ تصور مان فڪر! ٻئي پاسي عشق تصور جو به
محتاج آهي ته حسن جو بندو. جڏهن عشق اچي ٿو پيدا ٿئي
۽ يار جي فرات ۾ ڳوڙها ڳڙن ته دل نرم ٿيو وڃي خدا
جي ذات، قدرت جي تعاون، گلن جي گلزارن، نظارن ۽
آشيارن جو دل تي اثر ٿو ٿئي ۽ پوءِ جڏهن انهن سڀني
ڳالهين مان ڳهي دل اوجل ٿي ٿئي ته فڪر اچيو وارد ٿئي.

سوال:- يڪتائي جي ڪهڙي فڪر ڪان وڌيڪ متاثر آهيو؟

جواب:- يڪتائي روحانيت جي منزلن جو چائو سچو هو ۽ سان
پايان ٿو ته جن به منزلن جو يڪتائي ذڪر ڪيو آهي اهي

سڀئي منزلون جهاڳي چڪو آهي، هونءَ ته بقول سندن جي
سمورو شعر آيتون آهين پر منهنجي حقير سوچ آهي، مارئي
سسئي ۽ سهڻيءَ جي پڙهڻ کان پوءِ لڳي ٿو ته شاهه صاحب
مارئي به پاڻ هو ته سسئي به پاڻ ۽ سهڻي به پاڻ. اهي ٽئي
شڪليون علامتي آهن مارئي وطن جي حب آهي جا شاهه
صاحب جي رڳ رڳ ۾ سمايل هئي، وطن جي حب سان
گڏ مارئي اخلاق جو هڪ جبل ۽ پهڙ هئي، جا پنهنجي
عظمت، عزت ۽ وطن جي حب ۾ سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ
جو نشان هئي. هر ڪنهن انسان کي شاهه صاحب اهوئي
سبق ڏني ٿو ته مارئي وانگر با اخلاق هئڻ گهرجي ۽
پنهنجي وطن ۽ زمين جي لاءِ بي انداز محبت هيس جڏهن
اهو درجو حاصل ڪري ته ان کان پوءِ سورن جي چڪيءَ
۾ پاڻ کي پيهني ۽ جفا ڪش ٿي، اڳتي هلڻ ۽ ترقي
ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، پنهنجي من کي اجاري عمل
بنجي پوي ان منزل حاصل ڪرڻ کان پوءِ آخري منزل
آهي سڀ ڪجهه قربان ڪري قدرت جي قانون ۾ پاڻ
کي هڪ ڪري ڇڏجي ۽ تون ۽ مان جو فرق ختم
ڪري ڇڏجي. روحاني منزل به ان کي ٿي چيو ويندو آ
۽ ان لاءِ ڪبير ڀڳت چيو آ ته

"ڪبيرا! من بهيو، جيو بهيو گنگا نير
پاڇي پاڇي هري ڦري ڪهن ڪبير ڪبير"

انهي ٿي خيال تي ڀٽائيءَ سائين هن طرح چيو آهي.

گهڙو ڀڳو مند سڀئي ويلا ويساس
تنهان پوءِ سڀاس، سهڻيءَ سڏ ميهار جا

شاهه صاحب کي ٢٥٠ سال گذري چڪا آهن سندن روحاني
منزل ساڳي ٿي هئي پر ٢٥٠ سال اڳ ارتقا جي منزل
ساڳئي نه هئي، جيڪا اڄ آهي انهي ارتقائي منزل ۽

اڇوڪي منزل ۾ وڏو فرق آهي اهو فرق هيءَ آهي ته
اڇوڪو زمانو سائنس ۽ تيزرفتاريءَ جو زمانو آهي. يعني
علم جي درياءَ جو وهڪرو انهي زماني جي وهڪري کان
گهڻو تيز ۽ گهڻو اوچو آهي. سائنس جي معرفت جيڪو
علم حاصل ٿئي ٿو، اهو صحيح علم آهي، بمقابل انهي
علم جي جو عيش ۽ ٽپش جي ذريعي ملي. مگر جيڪڏهن
اهي ٻئي منزلون روحاني منزل جيڪا شاهه صاحب پڌ ڏني
ويو آ ۽ صحيح علم واري منزل جيڪا سائنس جي معرفت
اڄ جي انسان ذات کي ملي چڪي آهي] گڏ ٿين ته پوءِ
چڱ کير ۾ کنڊ پئجي وڃي شل سنڌ جا ماڻهو انهن ٻنهي
علمن ۽ برڪتن کان فيضياب ٿين پاڻ کي به سينگارين ۽
ڪم ڪشي انسان ذات جي سينگارڻ لاءِ به جدوجهد ڪن.

سوال:- ادب ۾ سياست جي اهميت؟

جواب:- سياست قومن نجي پرهائي نه سڄي انسانذات جي زندگي
آهي خبرناهي ته ماڻهو سياست کي ڇاڻا سمجهن ته ڪن
وري ان کي بازيگري تصور ڪيو آهي. مگر انهن سڀني
روين وارا ماڻهو جاهل آهن، جن سياست جو جنازو ڪڍي
انسانذات کي تباهيءَ جي در تي اچي بيهارو آهي. حقيقت
۾ سياست هڪ تمام اوچي سائنس آهي جيڪا منطقي طور
تي انسانذات جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم آڻي آهي، مگر افسوس
هتي خاص طرح مسلمانن جي ملڪن ۾ خود پرستي جي
لاءِ سياست هڪ اوزار آهي جنهن جي معرفت پنهنجن کي
ته تباهه ڪري ڇڏيائون پرهائي ته سڄي دنيا جي تباهي
جو ڪارڻ هي سياسي سورما بنجي رهيا آهن.

جهڙي طرح سياست زندگيءَ جي هڪ تمام ضروري ۽
اونهي جز آهي، ۽ جنهن کي خراب طريقي سان ڪم آڻڻ
سان تباهي اچي ٿي ۽ اهڙي طرح سان ادب به زندگيءَ

جو هڪ اهم پهلو آهي. ۽ انهن جو پاڻ ۾ ائين رشتو
آهي جهڙن آڪسيجن جو دل سان. خدا شل اهي ٻئي محفوظ
رکي ۽ انسان ذات جي عاشقن جي هٿ ۾ ڏئي ۽ اهي ئي
سچا ماڻهو يعني سياستدان مفڪر ۽ اڪابر، انهن ٻنهي
وڏن جا مالڪ بنجن ۽ ڪمن استعمال ڪن

مان سمجهان ٿو ته انسانيت ۽ ڪائنات هڪڙي سفر مان
نڪري ٻئي سفر جي تياريءَ ۾ آهن جڏهن انسانذات کي
ماضيءَ جي تخيلن کان آزاد ٿي وسوسا، وهم، بت پرستي،
خودپرستي جاگيرداري، زميندداري، مطلب ته قرابت واري معاشري
کي ساڙي ٻاري نئين دنيا نئين رفتار، نوان قدر نئين سوچ
خود خداجي ذات جي تخيل کي نئون روپ ڏيندو.

نئون علم جو سائنس جي طريقي ۽ مشاهدي سان حاصل
ڪري سگهجي ٿو ان کي ٿي روشنائي بنائڻو پوندو ڌڪار،
حقارت، نفرت کي اهڙي هنڌ پوري پوندو جتان سندس بوءِ به
اچي نه سگهي پاڻ کي محبت، الفت، انسانيت جي ترقي ارتقا
سان سينگارڻو پوندو. مگر اڄوڪي دور ۾ انسان ذات
اهڙي ڪڙيءَ تي پهتي آهي جت موت ۽ زندگي ٻن طرفن
کان پڪاري رهي آهي. جڏهن انسان پاڻ کي نه
سنڀاليو ۽ جيڪي بيماريون ڪيس وٺي ويون آهن. جڏهن
انهن کان پاڻ کي آزاد نه ڪيائين ته پوءِ موت ڪيس هنج ۾
وٺڻ لاءِ منتظر آهي ۽ اهو هڪ نهايت دردناڪ واقعو
ٿيندو، ڇاڪاڻ جو قدرت جي مالڪ ڪروڙن ورهين کان
وٺي هي ڪائنانون بنايون جن ۾ پنهنجي رحم ۽ فضل
سان ايڏين طاقتن جا انعام ڏنا جو هي تارا ستارا ڌرتيون
آسمان ۽ چنڊ سڀ متحرڪ آهن ۽ انهن ۾ جاندار شيون
پيدا ڪيون ۽ آخر ۾ انسان کي اشرف المخلوقات پيدا

ڪيو ويو جو خود پنهنجي جڳهه تي هڪ قسم جو خالق آهي

سوال:- قوم لاءِ پيغام؟

جواب:- انساني ارتقا اڄ ان اوج تي پهتي آهي جتي انسان، سيارن
تي سير ٿو ڪري ۽ پنهنجا سيارا خالقي انهن تي شهر
بنائي سگهي ٿو. سمورا خزانا جيڪڏهن انسان پنهنجي پل
۽ جهل ۾ اچي ميزائيل ۽ ائٽم بم ڪي استعمال ڪري ته
هي سڄي ڪائنات چند منٽن ۾ ختم ٿي ويندي ۽
ڌرتي سڙي خاڪ ٿي ويندي ۽ پوءِ جتي هزارن سالن ۾
به ڪا به جاندار شي پيدا ٿي ڪانه سگهندي ان کان وڌيڪ
ٻيو ڪهڙو قهر ٿيندو.

ٻئي طرف هي سڀئي نظارا محل محلاتون سمنڊ تارا آسمان
زمينون انسان جي پيرن ۽ حڪم هيٺ اچڻ وارا آهن.
پر جيڪڏهن هو صحيح قدم کڻي.
علم سان، محبت سان، الفت سان، ارتقا جي راه تي
جيڪڏهن هلي ته پوءِ صحيح ۽ سچي زندگي ۽ اوچي
زندگي جيڪا مشڪل ڏانهن نهاري رهي آ ان جي گرد
حاصل ڪري سگهندو اهو ڪهڙو نه بهترين ڏينهن ٿيندو
جڏهن انسانذات ويڇا وساري هڪ ٿي ارتقا جي راه وٺي
اڳتي هلندو. جيڪڏهن سائنسدان، مفڪر، اسڪالر گڏ ٿي
پون ۽ اڄوڪي زماني ۾ انسانذات کي بچائڻ لاءِ تحريڪ
هلائن ته اهو بهترين خدمت ۽ عبادت ٿيندي.

سوال:- ڪا آس اميد؟

جواب:- سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست! تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين- [شاه]



ترتيب:-
الهہ ڏنو ٻلادي

# سڄڻ ساريو

[اڄهن ڪتاب تي ڪيل ترڪ ٽپڻي]

سنڌ ۾ آرٽسٽن جي ڪوٽ ڪانهي- اوهان ڀلي ٻـون دوستن ڪي همٿايو ۽ اهڙو بي مقصد ۽ غيرمعياري ٽائيٽل ڏيڻ بدران رکيو وڏن اکرن ۾ ڪتاب جو نالو ئي ڏيو ته سٺو. شاعريءَ جو ڀاڱو ڪهاڻين واري ڀاڱي کان بهتر آهي. انٽرويو جـو سلسلو سٺو آهي. نجم جي انٽرويو ۾ هڪ ڳالهہ خاص ڌيان ڇڪايو ته ڇو ڻ هن ڪهاڻيءَ کي شعر جي مقابلي ۾ متاثرون ڏيکارڻ جا جتن ڪيا آهن- ائين صحيح آهي تـہ شاعريءَ ۾ عام ماڻهن جي دلچسپي گهٽ آ پر ان ۾ شاعريءَ جي اهميت جي گهٽتائي نہ پر ماڻهن جي ذهني سطح جي گهٽتائي آهي. شاعريءَ جي اهميت ڄاڻڻ لاءِ ڇا اهو ڪافي ناهي تہ تقريبا هر ٻوليءَ جي ادب جي شروعات شاعريءَ کان ٿي آهـــي- ٻاڻ اسان جو سنڌي ادب ۽ شاهہ لطيف جي ناليءَ سان سڃاتو ٿو وڃي.

* * *

اياز گل

ساٿي!-

مان آئيندي مان ڪڏهن به نااميد نہ ٿيندو آهيان. سنڌ جي آئيندي ۾ سنڌيءَ جي آئيندي، سنڌين جي آئيندي ۾، منهنجو ٻورو ۽ پختو ڀروسو آهي- مان پنهنجي ديس جي انهن ٿهيءَ وارن تازو لڙهيل گلن جهڙن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ جڏهن پنهنجي ڌرتيءَ، ٻوليءَ، ادب ۽ قوميت لاءِ ڀرپور شعور ۽

جذبو، لڳاءُ ۽ محنت ڏسندو آهيان نہ منهنجو مستقبل ۾ پروسو هماليہ جيڏو ٿي ويندو آهي- تنهنجي ۽ نجم سومري جي عمر جا ڇوڪرا سڪٽيخان جهڙي مسڪين ماستر جي مالي مدد سان ۽ سنڌ جي ڪنڊياري جهڙي شهر مان ڪو ڪتابي سلسلو شروع ڪري ڏين، سو منهنجي متئين بيان جي ساک ڏيڻ لئہ ڪافي آهي ۽ اهڙا ڪارناما سنڌ جي ہن هنڌان ٿيندا رهيا آهن ۽ ڏين پيا، ڪتاب جي معاملي ۾ ڪمل خرچ ۽ محنت ڪي سجايو بنائڻ لاءِ ضروري آهي تہ ڪتاب جو ڏيک ويک ۽ ڇپائي سٺي ۽ سهڻي هجي، خاص ڪري ڪتاب جي بيهڪ [بائينڊنگ ۽ ڪٽنگ] ۽ پوش تي نڪل ڊزائين يا اسڪيچ اهڙو هجي جو ڏسندڙ جو هڪدم ڌيان ڇڪي وٺي، پوش تي ڪتاب جو نالو اهڙي نموني لکيل هجي جو ڏسندڙ هڪدم اهو پڙهي سگهي ۽ اهو بہ سمجهڻ ۾ دير نہ لڳيس تہ هي ڪتاب سنڌي آهي.

اصل حقيقت ڪتاب جو مواد آهي ۽ ان ڪي اولمت ڏيڻ کپي پر ان سان گڏ مٿين ڳالهين جو خيال رکڻ بہ ضروري آهي. توهان جي هن ڪتاب جو شعر جو پاڱو جيئن سهاڳ ۾ لکيو اٿو، سٺو آهي ڪهاڻين ۾ تنهنجي عزيز ڪوپانگ جي ۽ حميد پارس جون ڪهاڻيون سٺيون آهن.

* * *                نجم عباسي

— ڏکن پوڏان سک آهن. قدم وڌايو انشاالله منزل تي ضرور پهچندؤ

* * *                وفا رضا بلوچ

— مواد تي خاص ڌيان ڏيو. دوستيءَ ڪي گهٽ ۽ ادب ڪي وڌيڪ اهميت ڏيو. نجم جو انٽرويو بهترين هو اڳتي بہ، اهڙن وڏن اديبن سان رهاڻ ڪرائيندا ٿي رهندا. شاعريءَ جو پاڱو سٺو هو پر ڪهاڻين جي پاڱي ۾ گهٽي ڪوٽ هٿي

منهنجي خيال ۾ ادب مرجھ ائين آهي جيئن ڪنهن ٻار کي جنم ڏيڻ. ان ڪري هنھ ائين گهرجي ته اديب جڏهن لکي ته پيڙائڻ ۾ ائين پيڙجي وڃي جيئن ٻار جي ماءُ! باقي اڌرن نه جيئن هن ڪتاب ۾ عزيز گوپانگ، مڪيش عثمان، تسليم ميمڻ، نورنساء، ناز سهتي ۽ وهاب سهتي ڪيو آهي.

لياقت رضوي * * *

— توهان جا ڇپي ڪتاب پڙهيا اٿم. انهن مان مون کي ڀهرئين ڪتاب ڏاڍو متاثر ڪيو. پوئين ۾ ايترو مزو ڪونه آهي. اسان جو اوهان سان مڪمل ساٿ آهي هر موڙ تي.

منظور عباس ڪرنيو * * *

— شابس اٿو سنگين دور ۾ ڪتاب ڇپايو اٿو! ڪتاب مواد جي لحاظ کان بهترين آهي پر ٽائيٽل ڪم ڪي وڃائي ڇڏيو.

پروانو سيوهاڻي. * * *

— گهرا گهرا گهاءَ ۾ ٻيو نه ڪهاڻيون ڇگهون هيون پر حد کان وڌيڪ پياري آهي معاشري جي برائن کي ماڻهن اڳيان بي نقاب ڪرڻ واري اصل مقصد جي ڪري. ڦڙي ڦڙي تلاءُ ڪتاب پنهنجي جاءِ تي هڪ سٺو ڪتاب آهي. اميد ته اڃان ترقي ڪندو.

نورمحمد ڪوتهو * * *

— ڪتابي سلسلي ۾ ڪافي ڇپيل مواد ڀيهر ڏنو ويو آهي. ڪجهه سوچي سمجهي مواد هلايو. ڪهاڻيون ٻه ناز، مڪيش ۽ جعفر جون سٺيون هيون تنهنجي آخر ۾ سٺي سٺو پيش ڪيو پر پوءِ ٻه سٺي ڪانه هئي.

امين حيدرڻ * * *

— ڦڙي ڦڙي تلاءُ ڪتاب پڙهيم اوهان جي محنت جو قدر اٿم ان ڪري مبارڪ تو ڏيان اوهان کي اميد ته قبول ڪندا.

زاهدحسين ميمڻ * * *

ترتيب:- آصف گل ميمڻ

# تنهنجي نالي

( اديبن ڏانهن وڪيل مزاحيه ۽ نوڪيلا پيغام )

ممتاز مهر جي نالي:-

ويچار.... "چئيندڙ چئي ويا- نڀائيندڙ ڦاسي ويا!"

غلام حسين ڀارس پنهور ( ڀان )

اياز گل جي نالي:-

پيار.... "توهان ڪي جن نه ڪن-
ادي جن عشق ۾ اونڌا!"

عبدالرزاق "ڪنول" سهتو

عزيز گوپانگ جي نالي:-

نصيب... "ڇماڻون، لپاڙون ۽ ٺڪر"

ذوالفقار علي سهتو مرزان پور

عبدالحڪيم ارشد جي نالي:-

؟.... "ذات جا ذيئا گل ٿي ويا ڇا!!"

عبدالقيوم لطيفي دادو

نجم عباسي جي نالي:-

"اهڙي جنسي ڪيس ۾ ڊاڪٽر جي ضرورت.
نجم جي ڪهاڻي."

لطيف جدائي سڪرنڊ



١٩٨١

سنڌي ساهت سال جي سلسلي ۾

نوجوان ڪهاڻيڪار ظفر عباسيءَ جو ٻارڙن لاءِ ڪهاڻين جو نئون مجموعو، چونڊ ڏهن اصلاحي، ادبي ۽ قومي ڪهاڻين تي مشتمل

## * ڪرندا ڦوري ڪوڻ *

٥٠ صفحا ۽ قيمت رکيا ٣ رپيا

ڇپجي رهيو آهي

گهرائڻ ۽ آرڊر ڏيڻ لاءِ

ساهتي پبلڪيشن

ڀٽائي بازار ڪنڊيارو سنڌ



١٩٨١

سنڌي ساهت سال جي سلسلي ۾

ساهتي پبلڪيشن پاران ”شعر نمبر“ ڇپايو پيو وڃي،

## * گهايل گهايل گيت *

مڪمل آفسيٽ تي ڇپجندڙ هن ڪتاب لاءِ سنڌ جي مڙني شاعرن کي گذارش آهي ته هو پنهنجي نڪور شاعري موڪلين، ته جيئن هي تاريخي ”شاعري نمبر“ جلد کان جلد ڇپائي سگهون.

مواد موڪلڻ توڙي آرڊر لاءِ

ساهتي پبلڪيشن

ڀٽائي بازار ڪنڊيارو سنڌ





قاضي فيض محمد



سنڌ جي برک ليکڪ ۽ مفڪر قاضي فيض محمد کان ساهتي پبليڪيشن جو سهيڙيندڙ ظفرعباسي انٽرويو وٺي رهيو آهي.
12-10-80

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ
ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٹي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تـوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)